# جيڪي منهنجي مَن ۾ آهي

★ ڪهاڻيون ★

نجم عباسي



ناجم عباسي، آنهن تمام ٿورڙن ڪهاڻيڪارن مان آهي، جي لاڳيتو لکي رهيا آهن. هو ٣٤ سالن کان ۽ ٥٠ ورهين جي ڄمار کي پهچندي به چڱي رفتار سان لکي رهيو آهي.

هن جا ڇپيل ڪتاب:

| | |
|---|---|
| (١) طوفان جي تمنا | ١٩٦٩ع |
| (٢) پٿر تي ليڪو | ١٩٧٣ع |
| (٣) ڳاڙهو لالٽين | ١٩٧٤ع |





قيمت ٧-٥٠ رپيا

جو هنڌ:
ادبيات بڪسيلر تلڪ چاڙهي حيدرآباد

سنڌ پرنٽنگ پريس، آڪال پوُنگا گهٽي، حيدرآباد
محمد آمين شيخ منتظم 'زيب ادبي مرڪز' حيدرآباد

شروع ڪريان ٿو،
هي ڪتاب،
نالي،
محمد عثمان ڏيپلائيءَ جي .

# منهنجو ڇوٽون ڪتاب



جيڪي منهنجي من ۾ آهي، سو سمورو پين تائين پهچائي نه ٿو سگهان. پهرن ۽ پابندين جا پهاڙ جو موجود آهن.

جيڪي منهنجي من ۾ آهي، ان مان ڪجهه نه ڪجهه واقعن، اشارن، اهڃاڻن، علامتن، ڪردارن جي جيون، ڪردارن جي ويچارن، ڪردارن جي حالت چلت ۽ ڪردارن جي گفتگوءَ ذريعي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.

جيڪي منهنجي من ۾ آهي، ان مان جڏهن ڪجهه نه ڪجهه ڪهاڻيءَ ۾ اوتيندو آهيان، تڏهن ڪهاڻي پوري ڪرڻ کان پوءِ به من جو بار هلڪو نه ٿيندو اٿم، ڇو ته سڀ ڪجهه ان ۾ اوتي نه سگهندو آهيان، گهڻو ڪجهه من جو من ۾ رهجي ويندو آهي. ڪهاڻي، من جو بار هلڪو ڪرڻ خاطر به لکبي آهي.

جيڪي منهنجي من ۾ آهي، سو جي سموري جو سمورو ڪهاڻيءَ ۾ لکي ويندو آهيان ته گهڻو ڪري اهڙي ڪهاڻي ڇپجڻ لاءِ ڪونه ڏيندو آهيان، جي ڏيندو آهيان ته ڇپجي ڪونه سگهندي آهي.

مون پنهنجن اڳين ڪتابن واسطي ڪهاڻيون تاريخ وار ڪونه ڪنيون هيون. هن ڪتاب ۾ پهريون ڀيري ڪهاڻيون نيون ۽ آڳ ڇپيل آهن، پوءِ رهيل ڪهاڻيون تاريخ وار ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. انهن مان ڪي ٽيهه پنجيهه سال اڳ لکيل آهن ۽ ڪي پاراڻيون آهن، پر انهن مان منهنجي ان وقت جي سوچ جو ڪاٿو ڪري سگهجي ٿو. ڪن ڪهاڻين جا سرا مٽايا اٿم.

جيئي سنڌ

٢٠- مارچ ١٩٧٧
٩٥- بي، يونٽ نمبر ٢
لطيف آباد، حيدرآباد سنڌ

نجم عباسي—

# ڪهاڻيون



# بزرگ جو بدلو

پير سائين ڏاڍو خوش هو. هر ڪنهن کي کِلي کِلي ڪري رهيو هو. مڙني سان مُرڪي ملي رهيو هو. رات جو سوڍيءَ سان گذاريل گهڙين جو خمار ۽ هن جي حُسن ۽ جوڀن جو جادو، اڃا تائين هن جي دل ۽ دماغ تي ڇانئيل هو.

سوڍي، هن جي هڪ مريد، خميسي، جي سورنهن سالن جي ڏاڍي سهڻي ڌيءَ هئي. هوءَ پنهنجي ماءُ ۽ ڪِن ٻين ماين سان، پير جي زيارت خاطر، سندس حويليءَ ۾ وئي هئي. پير جي نظرن ٽڏي تي ئي هن کي چونڊي ورتو. چوٿين ڏينهن ئي پير جي خليفي وڃي خميسي کي مبارڪ ڏني ته پير سائين مٿس مهربان ٿيو آهي ۽ هاڻي نه رڳو سندس آخرت سنورڻ واري آهي، پر هن دنيا ۾ به سکيو ستابو رهندو، ڇو ته پير سائينءَ سندس ڌيءَ سوڍيءَ کي پنهنجي حرم ۾ داخل ڪرڻ جي عنايت ڪري رهيو آهي.

خميسو هن پير جو پيڙهائتو مريد ۽ مسڪين هاري هو. پير جي ايتري ڌيان جي لائق ٿيڻ ڪري، هو پنهنجا پاڳ ڀلا سمجهڻ لڳو.

ٻئي ڏينهن ئي سوڍي حويليءَ اندر پهچي وئي. پير کي چار نڪاح ٻڌل زالون هيون. ڪيترين ئي سريتون هئس. سريتن جي به اجازت آهي ۽ انهن جو ڪو ڳاڻاٽو به مقرر ڪونهي. سوڍي به سريت ٿي، هن حويليءَ ۾ گهڙي.

اها پهرين رات هئي، جا پير هن سان گهاري هئي. صبح جو سوير اٿي، پنهنجي مسجد ۾ جماعت کي فجر جي نماز پڙهايائين. اڄ هن جا سجدا دستور کان وڌيڪ ڊگها هئا.

پير تلي قليل ڪري، اچي ڪچهريءَ ۾ ويٺو. پنهنجي ڊگهي چاپٽين ميندي رتل ڏاڙهيءَ کي ڦڻيءَ سان سنواريو هئائين. اکين ۾ سرمو پاتو هئائين. ڪپڙن ۽ بدن تي عطر اوتيو هئائين. ان ڪري هن جي آسپاس ڏاڍي سرهاڻ هئي. مٿي تي ڪُلي سان پٽڪو ٻڌل هوس، جنهن جي پاسن کان مينديءَ لڳل وار نظر اچي رهيا هئا. ساڄي هٿ ۾ تسبيح هئس، جا هر وقت سرندي ٿي رهي.

پاڻ هڪ اوچي پلنگ تي، نرم ۽ ٿلهن وهاڻن کي ٽيڪ ڏئي ويٺو هو. پاسن کان خاص ۽ معتبر ماڻهن لاءِ ڪرسيون ۽ ڪوچ رکيل هئا. وچ تي عام ماڻهن لاءِ گلم وڇايل هو.

خليفي اچي آهستي پير سان ڪجهه ڳالهايو. پير اٿي، ٻيرواري ڪوٺيءَ ۾ ويو. اتي تَر جو هڪ وڏيرو ويٺو هو. دستوري دعا سلام کان پوءِ وڏيري عرض ڪيو:

”توهان سان خاص خلاصي ڳالهه ڪرڻي آهي، ان ڪري توهان کي هيڏانهن اچڻ جي تڪليف ڏني اٿم. اسان جهڙا گنهگار توهان جهڙن ٻهتلن جي پناهه نه وٺندا ته ٻيو ڪيڏانهن ويندا.“

”چئه وڏيرا، ڪهڙي ڳالهه آهي؟“

”سائين! منهنجي هڪ هاريءَ سنوت نه ٿي ڏني، سو ٻي ڪا واهه نه ڏسي، هن تي ماڻهو ٻڌي، هن جو ڪنڌ ڪپائي ڇڏيم. هونءَ ته اهڙن ٽڪي جي هارين کي ڪير پڇي به ڪونه، گهٽي ڏي ختم ڪرائي ڇڏياسين. پوليس پاڻ ڪان پري ڪانه وڃي، توهان جي ڇانوَ به اسان جي سر تي، سو ڪير اسان جو وار ونگو ڪندو. پر هيئنر ڪي دهريا ۽ ڪميونسٽ اچي جاڳيا آهن، جي ان هاريءَ جي مائٽن کي پيا ڇڙين ۽ ڀڙڪائين ته جي هتي جي پوليس توهان کي منهن نه ٿي ڏئي ته هلو اسين ٿا توهان سان گڏجي هلون، هلي مٿين عملدارن وٽ پڪاريو ۽ اخبارن ۾ وجهرايو، وڪيل ٻڙي جو بار به هو کڻن ٿا، سو ان ڪري ٿورو الڪو ٿي پيو آهي.“

”تون ڪو خيال نه ڪر. مون ته پنهنجي حياتي اهڙن دهرين ۽ ڪميونسٽن خلاف جهاد ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏي آهي. اهي هچارا خواهه مخواهه فساد ڦهلائڻ چاهين ٿا، ڇڙ ته اسين آهيون ڏي ڪونه. راڄوٽو ۽ شرعي فيصلو ٿئي ته پوءِ ڪورٽن جا ڌڪا کائڻ جو ڪهڙو ضرور آهي.“

”ها سائين، اسان توهان جو هر فيصلو منظور ڪرڻ لاءِ تيار آهيان.“

”فيصلو منهنجو ٿيو پيو آهي. اهي هاري منهنجا مريد آهن ۽ منهنجي اجازت ۽ صلاح کان سواءِ ڪو قدم ڪونه کڻندا. پاڻهي مون وٽ ايندا. هنن کي سمجهائي

ٻجهائي خون بها تي راضي ڪبو. اها ٻها بہ مقرر مان ڪندس. مرڻ واري جي قسمت ائين هئي. پوئين ڏيگهہ ڪري ڇا حاصل ڪندا؟ سڀ ڪجهہ خدا جي هٿ ۾ آهي."

"سائين بس توهان مالڪ آهيو .... ها سائين، مون توهان لاءِ ريفريجريٽر ۽ توهان جي صاحبزادي لاءِ هڪ ريڊيو خريد ڪيو آهي، سي اڄ سانجهيءَ جو حويليءَ ۾ پهچائي ڏيندس."

پير مرڪيو.

هو موٽي ڪچهريءَ ۾ آيو.

ٿوري دير کان پوءِ هن کي ٻڌايو ويو تہ هندستان مان هڪ عالمن جو وفد ساڻس ملڻ آيو آهي. هن هڪدم سيني ويٺلن کي اشارو ڪيو تہ هليا وڃن.

هو اٿيو ۽ دروازي وٽ، آيلن جي آجيان ڪيائين. هرهڪ سان ڏاڍي حب ۽ قرب سان ڀاڪر پائي مليو. سيني کي اندر آڻي ڪرسين ۽ ڪوچن تي وهاريائين. وهڻ کانپوءِ، انهن مان هڪ عالم، پان چٻاڙيندي چيو:

"اسان مان ڪي اڳ ئي توهان سان ملاقات جو شرف حاصل ڪري چڪا آهن. پين کي بہ توهان جو نياز حاصل ڪرڻ جو بيحد شوق هو. توهان جي ديني خدمتن کان ڪو ڪافر ئي اڻ واقف هوندو. اسان نئين حج واري فتني ۽ ان خلاف توهان جي جهاد جون خبرون اتي ٻڌي چڪا آهيون، پر پيو حال احوال ڏيڻ کان پهرين توهان جي زبان مبارڪ مان ان جو تفصيل ٻڌڻ جا خواهشمند آهيون."

پوءِ ٻئين سر ٿهي ٽڪي ويٺو ۽ ورائڻ لڳو:
”ها ضرور- هتي ڪي خدا جا منڪر، ڌرتيءَ جا پوڄاري ۽ ڏاهر جا چيلا پيدا ٿيا آهن. هنن پنهنجي تقريرن ۽ تحريرن ۾ وني چوڻ شروع ڪيو ته: اسان سنڌين جو حج سنڌ ۾ ٿي ٿيڻ کپي، اسان جو قبلو هتي سنڌ ۾ ئي آهي....“
سڀني عالمن يڪ آواز چيو ”لاحول ولا....“
”اڃا ٻڌو ته سهي- هي ته ڪجهه به ڪونه آهي. هو چوڻ لڳا ته موهن جو دڙو اسان جي تاريخ ۽ تهذيب جو مرڪز آهي- سال بسال اتي گڏ ٿي اسان کي پنهنجي اتحاد جو مظاهرو ڪرڻ گهرجي- اسان کي بي معنيٰ رسمون ڇڏي، ڪي ٺيٺ قسم جا ڪارناما ڪرڻ گهرجن- مثال طور: پنهنجي تاريخ ۽ تهذيب تي تقريرون، بحث مباحثا ۽ سيمينار ڪرڻ گهرجن ۽ اتي سنڌي ڪتابن، هنرن ۽ شين جي نمائش ڪرڻ گهرجي، سنڌي ثقافت کي جيارڻ گهرجي، سنڌي راڳ ۽ ناچ جا جشن ملهائڻ گهرجن- اهوئي اسان جو حج آهي.“
وري عالمن جي وات مان نڪري ويو ”خدا جو غضب!“
پير پنهنجي ڳالهه جاري رکندي چيو:
”اهي ملحد ماڻهن کي ڀنيلائڻ لڳا ته هو جنهن پنهنجي حج جو پرچار ڪري رهيا آهن، ان مان ڪيترائي فائدا آهن: هڪ ته ماڻهن جو پيسو بچندو. هو هزارين رپيا خرچ ڪري پرديس وڃن ٿا. سنڌ ۾ حج هجڻ ڪري،

ماڻهن جو ٿورو خرچ ايندو ۽ جيڪو خرچ ايندو، سو پيسو سنڌ جو سنڌ ۾ رهندو. تنهن کانسواءِ پرديس ۾ حج ڪرڻ وارا الاهي پرڏيهي ناڻو ضايع ڪن ٿا ۽ اسان جي غريب ملڪ تي اهو غير ضروري بوجو پوي ٿو. ٻيو فائدو اهو ٿيندو ته حاجين ذريعي جيڪا سمگلنگ ٿئي ٿي، سا نه ٿيندي. ٽيون فائدو هو اهو ٻڌائڻ لڳا ته غير ملڪ ڏي حج وڃڻ ڪري ٻه ٽي مهينا ڇٽ ٿي وڃن ٿا. ان ڪري نه رڳو انهن ماڻهن جي شخصي ڪمائيءَ کي ڌڪ لڳي ٿو، پر ملڪ جي پيداوار تي اثر پوي ٿو. چوٿون فائدو اهو ٻڌائڻ لڳا ته اڪيچار تڪليفون ۽ پريشانيون، جي پرديس ۾ سهڻيون پون ٿيون، تن کان بچي پئبو ...."

کن عالمن جي وات مان نڪتو: "توبهه، نعوذ باالله"

"توهان اڃا ٻڌوئي ڇا آهي. ٻڌو جيڪي هاڻي ٻڌائڻ وارو آهيان." ائين چئي، پير غمگين مرڪ سان عالمن ڏي نهارڻ لڳو.

وري چوڻ شروع ڪيائين: "هو ماڻهن کي حج کان بدظن ڪرڻ خاطر طرح طرح جي بڪواس ڪرڻ لڳا. چوڻ لڳا: حج تي وڃڻ وارو ماڻهو اتي ڪل جهڙو لباس پائي ٿو ۽ مٿو ڪوڙائي مسخرو ٿي پوي ٿو. قربانيءَ جي نالي ۾ جهالت واري زماني جي جانورن جي بليدان ڏيڻ واري رسم کي ورجايو وڃي ٿو. هزارين لکين ماڻهو ساڳئي پٿر کي ڇهندا وڃن ٿا، ان طرح ان

تي ايترن ئي ماڻهن جي پڪ لڳل ٿئي ٿي ۽ جن مان ڪي بيمار به هوندا آهن ۽ انهن جي جيوڙن پربل پڪ به ان تي لڳندي رهي ٿي، ۽ ان نموني اهو هڪ غير صحتمند عمل آهي. اتي حاجي پٿرن کي شيطان سمجهي پٿريون چٽين ٿا. يعني هڪ هنڌ پٿر کي چمن ٿا ۽ ٻئي هنڌ پٿر کي چٽين ٿا ۽ اهڙي طرح پٿر کي ڪنهن هستيءَ جو درجو ڏين ٿا. اها پٿر جي پوڄا نه آهي ته ٻيو ڇا آهي. پوءِ ڪافرن کي پٿرن جي پوڄا جو طعنو ڇا لاءِ ..."

ڪن عالمن هڪ آواز ۾ چيو "بس پير صاحب بس، گهڻو ٿيو، اسان ۾ وڌيڪ ٻڌڻ جي طاقت ڪانهي."

"خدا جي مار پوي انهن ملحدن تي!"

"آسمان ڇونه ڪريو!"

"زلزلو ڇونه آيو!"

"هنن ذليلن جي ايتري بي ڊپائي!"

"بس پير صاحب، اسان کي هاڻي اهو ٻڌايو ته ان بدعت کي توهان بند ڪيئن ڪرايو؟"

"مونکي وڏي جاکوڙ ڪرڻي پئي. مون عالمن جو وفد تيار ڪيو. ان ۾ نه رڳو سنڌ جا عالم هئا، پر پوري ملڪ جا وڏا وڏا عالم هئا. اسين گورنر، وڏي وزير ۽ جدا جدا وزيرن سان ملياسين ۽ هنن کي حقيقت کان آگاهه ڪيوسين ۽ ان حج تي قانوني بندش وجهڻ لاءِ زور ڀريوسين. اسين ملڪ جي وڏي وزير

سان پڻ ساڳئي مقصد واسطي ملياسين. ان ڪانسواءِ هنن عالمن ڪان، شاگردن جي ان ٽولي تي ڪفر جي فتوا وٺي اها به شايع ڪرايم. ساڳئي وقت مون هٿياربند مجاهدن جو جٿو به تيار ڪيو. ارادو اهو هو ته جي ان حج عملي صورت اختيار ڪئي ته رتو چاڙهڻ ڪري به ان کي ختم ڪيو ويندو. عام ماڻهو پڻ ان بدعت کي بند ڪرائڻ لاءِ سر جون سٽون ڏيڻ لاءِ تيار هئا. ان لاءِ اسان اخبارن ۽ پمفليٽن ذريعي پرچار ڪيو. ماڻهن ۾ جوش ڪافي وڌي ويو. پوءِ اسان حڪومت کان مطالبو ڪيو ته جي فلاڻي تاريخ اندر ان فتني تي بندش جو اعلان نه ڪيو ويو ته مجاهد ميدان ۾ نڪري ايندا ۽ ان جي ذميواري حڪومت تي ٿيندي. پوءِ جلد ئي ان تي قانوني بندش وڌي وئي ۽ اهو فتنو دٻجي ويو."

"ها سائين، اهو توهان جو عظيم ڪارنامو آهي. اسلامي تاريخ ۾ توهان کي سونهري لفظن ۾ ياد ڪيو ويندو ۽ خدا اجر ان ڪانسواءِ ڏيندو."

جڏهن هي مولوين جو ٽولو، ماني ٽڪي ڪائي روانو ٿيو، تڏهن پير جا به خاص خليفا، اڪيلائي ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳا:

"ڏٺو، پير سائين اچوڪن مهمانن کي به پنهنجي ڳالهه جو يقين ڏياري ڇڏيو".

”ڏني بخش ڪندو، اسان ٻه ته ان گناهه ۾ برابر جا شريڪ آهيون.“

”حقيقت جي خبر ٻه اسان کي آهي ته چونڊ ۾ شاگردن جي هڪڙي پارٽيءَ پير سائينءَ جي مخالفت ڪئي هئي. جڏهن پير سائينءَ چونڊ ۾ هارايو، تڏهن انهن شاگردن کان بدلو وٺڻ جو پهه پچارائين.“

”ها اڙا، پوءِ پاڻ ٻنهي کي ٻه پنهنجو مددگار بڻايائين. انهن شاگردن مان ڪو هڪڙي ڇٽي ڪنهن تقرير ۾ چيو هو ته موهن جو دڙو، سنڌين واسطي ڪعبي قبلي وانگر آهي. هاڻي وري انهن شاگردن اعلان ڪيو هو ته موهن جي دڙي تي وڏي پيماني تي ڪانفرنس ڪوٺائي رهيا آهن، جنهن ۾ سنڌ جي تهذيب ۽ تاريخ تي تقريرون ۽ بحث مباحثا ٿيندا ۽ ميلو ملاکڙو لڳندو. ان تي پنهنجي پير سائين وٺي هلايو ته انهن شاگردن اڳي چيو هو ته موهن جو دڙو سنڌ جو ڪعبو قبلو آهي ۽ هاڻي اتي سنڌين جو حج شروع ڪري رهيا آهن. هن اخبارن، رسالن ۽ پمفليٽن ۾ اهڙي قسم جي ايتري پروپيگنڊا ڪئي ۽ پنهنجي دوست عالمن ۽ پيرن کان ايتريون فتوائون ڏياريون ۽ ايترا بيان ڏياريا، ۽ پنهنجي هٿ جون ڏاهيل ڳالهيون، جي اچوڪن مهمانن کي ٻه ٻڌايائين، سي ايترا پيرا دهرايائين جو نه رڳو عام ماڻهن کي، پر حڪومت کي ٻه يقين ٿي ويو ته هتي حج جو فتنو شروع ٿي رهيو آهي.“

”ان ڪانسواءِ، وفد وٽي وڃي وزيرن ۽ گورنر سان مليو. نتيجو اهو ٿيو جو نه رڳو ان ڪانفرنس تي پابندي پئي، پر ڪيترن ئي بي گناهه شاگردن کي جيلن ۾ به وڌو ويو.“

”اهي ائين اسان جي پير سائينءَ جون ڪرامتون.“

حيدرآباد، ۳۰- نومبر ۹۷۵ ع



# ٻاهر وارو

رات پنهنجو هڪارو لباس لاهي رهي هئي.

اڪ ڪلاڪ سان ٿي هن کي ياد آيو ته اڄ هن کي ڪم تي وڃڻو ڪونهي. هن گذريل ڏهن مهينن ۾ هڪڙو ڏينهن به موڪل نه ڪاڍي هئي. عيد وارن ڏينهن تي پڻ ڪم ڪيو هئائين. پر اڄ ملڪ ۾ عام هڙتال هئي. هڙئي هوٽلون به بند هيون ۽ هن واري هوٽل پڻ.

هن پنهنجي چنل کٽ تي پاسو ورايو. کٽ چيڪات ڪري ڄڻ چنگهيو. کٽ نه رڳو چنل هئي، پر جهولي پڻ. اهڙي کٽ ۾ رات جو سمهڻ ڪري، صبح جو اٿڻ سان ٻهرين چيلهه جي سور جو احساس ٿيندو هوس. ٿڪون ڏکيون ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين ته محسوس ٿيس ته ساڄي ٽنگ ڦاٽل رليءَ جي سوراخ ۾ ڦاسي پئي هئي. سڄي رات مڇرن جي پٽڻ ڪري منهن ۽ ٻانهن تي ڏيڀڙ ٿي پيا هئس، جي هيئنر ڪُري رهيا هئس. پوءِ ڪر موڙي، پنهنجي زال ۽ ٻارن ڏي نهاريائين. اهي پڻ اهڙين ئي چنل واڻ وارين کٽن ۽ ليڙون ليڙون ٿيل ميرين ۽ پراڻين رلين ۾ ويڙهيا سيڙهيا، ڪروندڙا ٿيو، ڪونگهرا هڻي رهيا هئا.

هو چيلهه جي سور کي نظر انداز ڪري، اڄوڪي هڙتال جي باري ۾ سوچڻ لڳو:

ڳچل ڏينهن کان، فقيري ڏنو ۽ ٻڌو هو ته هوٽل جي گهڻو ڪري هر ميز تي گفتگو، بحث مباحثي ۽

ٽيڪا ٽپڻيءَ جو موضوع اها هڙتال هئي. ڪي ماڻهو ان جي فائدي ۾ ڳالهائيندا هئا ۽ ڪي مخالفت ۾.

هڪڙي ميز تي هن ريت ٽيڪا ٽپڻي پڌائين:

”ماڻهو ان تي خوش ۽ حيران آهن ته هيءَ هڙتال ڪيڏي نه زبردست ۽ سرڪاري پئماني تي ٿي رهي آهي، پر هو اهو نه ٿا سوچين ته ان ۾ نقصان پڻ آهي.“

”ڇا مطلب؟ ڪهڙو نقصان؟“

”قومي نقصان. قومي پيسي ۽ وقت جو زيان. هڪ پورو ڏينهن هن غريب ملڪ جو ڪاروبار بند رهندو. ڪم ڪونه ٿيندو ۽ ماڻهو بيڪار رهندا تنهن کان سواءِ عام شهرين کي ڪيترين ئي عام تڪليفن در پيش ايندين. تنهن کان سواءِ هيءَ اسٽرائيڪ ”باهر وارن“ يعني ڪشميرين لاءِ ڪئي پئي وڃي. نيڪ آهي. پر ان کان وڌيڪ ضروري هو ته پهرين پنهنجي ملڪ اندر اهڙيون حالتون پيدا ڪيون وڃن ها، جو هتي جي رهاڪن کي چٽو احساس ٿئي ها ته هو واقعي ئي آزاد ٿيا آهن ۽ پر ماريت کان بچيل آهن.“

هنن ماڻهن جي هيءَ گفتگو ٻڌي، فقيري کي دل ئي ۾ ڏاڍي چڙ آئي. ويچاريائين ته هي ڏسڻا وائسڻا ۽ پڙهيل ڳڙهيل ٿي ڪري به ڪهڙيون نه اجايون ڳالهيون ڪن ٿا. هنن ۾ ته قربانيءَ جو ڪو مادوئي ڪونهي.

فقيري کي اها به چاڻ هئي ته هڙتال واري اها تجويز ملڪ جي محبوب اڳواڻ جي رٿيل هئي، ۽ هن کي

پنهنجي هن محبوب اڳواڻ ۾ پورو ڀروسو هو ۽ هن کي پڪ هئي ته هو ملڪ کي ڪڏهن به غلط راهه تي وٺي نه ويندو. هو ته هن جي حڪم تي جان جي قرباني ڏيڻ کان به تيار هو. ان ڪري ٿي هڙتال واري ڏينهن ڪم نه مليو ڪري جو هن کي مالي خسارو پوڻو هو، ان جي به پرواهه نه ٿي ڪيائين.

هو هوٽل ۾ "ٻاهر وارو" هو. يعني هوٽل کان ٻاهر وارن چانهه، ماني ۽ ٻين کائڻ پيئڻ جي شين جي آرڊرن جي پوئواري ڪندو هو. هوٽل جو مالڪ هن کي رهڻ پنيان ويهه پيسا ڏيندو هو. ان مان ڏهاڙي چار پنج رپيا ٿي ويندا هئس. پڌرو آهي ته جنهن ڏينهن ڪم تي ڪونه ايندو هو ته ڪجهه ڪونه ملندو هوس. ان ڪري هو موڪل ڪائيندو ئي ڪونه هو ۽ جمعي ڏينهن به ڪم ڪندو هو.

هن وقت ته هن کي لوڙ به هئي. هو قرضي هو. ان ڪري بيماري سيماريءَ ۾ به پيو ڪم ڪندو هو ۽ ڪڏهن ڪونه گسائيندو هو پر هڙتال کي پنهنجي محبوب اڳواڻ جو حڪم ۽ ملڪ جي ڀلائي سمجهي، هن هڪ ڏينهن جي ڪم ڏيءَ کان محروم ٿيڻ تي ارمان ڪرڻ مناسب نه سمجهيو. ٻاڻ ان پنهنجي قربانيءَ تي خوش هو.

فقيري جي عمر ٽيهه سال هئي. سنهڙو جهڙو ساهه جو مريض. ڊگهڙو ۽ ٽورڙو ڪبڙو، جنهن ڪچڙي ڪانيءَ مڙڻ شروع ڪيو هو. هن عمر ۾ ئي ٻاروٽي انب وانگر

گھڻ ڀڄي ويا هئس هن کي هڪ زال ۽ ٽي ٻار هئا. هو لطيف آباد جي وچ ۾ اچي ويل هڪ جهونپڙي ۾ رهندو هو. هن هٽي جي اصلي رهاڪن جا گهر ڪچا ۽ ڪکاوان هئا، پر جهونپڙي جي چوڌاري، لطيف آباد جا عاليشان بنگلا ۽ شاندار ماڙيون هيون، جن ۾ زياده تر ٻين ملڪن ۽ پرڳڻن مان آيل ”ٻاهر وارا“ رهندا هئا.

اڄ اهو هڙتال وارو ڏينهن هو.

هونءَ ته ٻنپهرڪي جو ٽي گاڏين، موٽرن ۽ رڪشائن جو گوڙ شور شروع ٿي ويندو هو، پر اڄ ماٺ لڳي ماٺ هئي. ٽڙڪو ٽيڻ تي به ٻهرين ته رستا ۽ گهٽيون ويران ٿي ڏٺيون، ڇو ته ڪرفيو لڳل هو. پوءِ آهستي آهستي ماڻهو ٻاهر نڪرڻ لڳا ۽ هڙتال جو ڏيک ڏسڻ لاءِ رستن تي گهمڻ لڳا. دڪان ۽ بزاريون، ڪارخانا ۽ ڪاروبار صفا بند هئا.

فقيرو به گهمڻ نڪتو آسمان صاف هو، هوا وڻندڙ هئي ۽ وڻن ۾ بهار جي منڊ اچڻ جا سانڀها ڪري رهي هئي. ڪي ماڻهو ٽولا ٺاهي، گهمي رهيا هئا ڪي دڪانن جي آڏو ٿلهن تي ويهي، ڪچهري ڪري رهيا هئا شهر جا مکيه ۽ وڏا رستا اڄ راند جا ميدان بنيل هئا، ڇو ته گاڏين جي اچ وڃ صفا بند هئي. ٻار ۽ ڇوڪرا فوٽ بال، ڪرڪيٽ ۽ ٻيون رانديون کيڏي رهيا هئا.

رستي جي ڇپي ڇپي تي ٻاڙهن ۽ ڪارن ڪپڙن

جا پوسٽر لڳل هئا، جن تي هندستان خلاف نعرا لکيل هئا ۽ ڪشمرين جي حق خودارادیت جي حمايت ڪيل هئي. ڪن چوڪن تي ڪارا جهنڊا چاڙهيا ويا هئا.

ڪامياب هڙتال ڏسي، هو دل ئي دل ۾ گد گد ٿيو. پر هڪڙي هنڌ، هڪڙي گهٽنا ڏسي، هن جي دل کي جهٽڪو آئي: هڪڙو گهوڙيو، وڪڻڻ واسطي، ڊگهي لڪڙي تي ڦوڪڻا ۽ ڪاغذ جا توتارا ٻڌيو، ٻارن جو ڌيان ڇڪائڻ خاطر، توتارو وڄائيندو ٿي ويو. هن کي ڪن ماڻهن اچي پڪڙيو ۽ هن جو سمورو سامان کسي ڦوڪڻا ڦاڙي ڇڏيائون ۽ توتارا چيهون چيهون ڪري ڇڏيائون. غريب گهوڙيو دانهون ڪندو رهيو ته ”منهنجا ٻار ٻچا رات کان بکايل آهن. مان اهي توتارا ۽ ڦوڪڻا وڪڻي، ٻه ٽي رپيا ڪمايان ها ته ٻچڙن جي بک جو بلو ڪريان ها....“

پر ڪنهن به هن کي ڪونه ٻڌو ۽ هن جي روزگار جو ذريعو تباهه ڪري، هن کي ”غدار“ جو لقب ڏيندا، ومندا رهيا.

اهو ڏسي، فقيري سوچيو ته ٺيڪ ته ائين گهربو هو ته هي ماڻهو مٺ محبت سان هن مسڪين کي سمجهائين ها، يا اچا به انسانيت جي تقاضا هئي ته پاڻ ۾ ڦوڙي ڪري هن کي چار پنج رپيا ڏين ها ته وڃي ٻچڙن جو پيٽ قوت ڪري ها.

گهمي ڦري گهر موٽيو تہ جوڻس پڌايس تہ ڪيس
چاتيءَ ۾ اچي سور پيو آهي، جو هر گهڙيءَ وڌي رهيو
هو. ڏسندي ڏسندي اهو ساڙيندڙ ۽ چڀيندڙ سور وڌي ويو.
کاٻي ٻانهن ۾ بہ سور جي سوٽ ٿي اڀريس. سڄي پيلي
پئجي وئي ۽ پگهرجي وئي. پوءِ تہ پيڙا ڪري مڇيءَ
وانگر تڙڦڻ لڳي. فقيرو گهٻرائجي ويو. گهر ۾ ڪا سٺي
ڦڪي هئي، سا پياريائين. پر فرق نہ پيو. اوڙي پاڙي مان
پڇا ڪيائين. ڪٿان اسپرين جي گولي ملي، ڪٿان
سوڍا منٽ جي اهي بہ زال کي ڦڪايائين. پر فائدو ٿيندو
نظر ڪونہ آيو. تڪليف ۾ واڌارو ٿي رهيو هو ۽ درد
سهڻ کان ٻاهر ٿي چڪو هو.

ٿورو پريرو هڪ خانگي ڊاڪٽر جي اسپتال هئي.
پر اها پڻ هڙتال ڪري بند هئي. ويجهو هڪڙو ڪمپائونڊر
سڄهندو هوس. ڊوڙي ان وٽ ويو. ڪمپائونڊر اچي
بيمار ضاعفان کي ڏٺو. هن پڌايس تہ ڀانئجي ٿو تہ مائيءَ
کي دل جو دورو آهي. هن جي حياتي خطري ۾ آهي.
خانگي ڊاڪٽر اڄ ايندءِ ڪونہ، جي آيو تہ بہ ايڏي في
وٺندءِ جو توکي پنهنجو گهر نيلام ڪرڻو پوندو، تنهن
کان سواءِ هو ڪا دوا توکي ڏئي ڪونہ سگهندو، ڇو تہ
سندس اسپتال بند هوندي، وري جيڪا دوا لکي ڏيندءِ
سا ملندءِ ڪانہ، ڇاڪاڻ تہ دوائن جا پڻ هڙئي هٽ بند
آهن، ان ڪري ڪنهن نموني هن کي سول اسپتال وٺي
وڃ. ريڊيي تي بہ اعلان ٿيل آهي تہ نازڪ حالت وارن

بيمارن واسطي سول اسپتال ۾ ڊاڪٽر ڊيوٽيءَ تي موجود هوندو. بيمار ساڻ هوندءَ ته رستي تي سواري ڪونه روڪيندا ۽ نه پٽر بازي ڪندا.

سواري ملڻ مشڪل مسئلو هو. سول اسپتال پنج ميل پري هئي رڪشا وارا ۽ ٽانگي وارا به هڙتال تي هئا. ان ڪري رستي تي ڪوبه ٽانگو يا ٽئڪسي نظر ڪانه ٿي آئي.

پر واري هڪڙي بنگلي جو نوڪر رڪشا هلائيندو هو. هو ان وٽ ويو هن کي منٿ ميڙ ڪيائين ۽ ڀاڙي جو واسطو وڌائين. گهٽي ريڙهه پيڙهه ڪان پوءِ هو پنجاهه رپيا اگهوات ملڻ جي عيوض رڪشا رستي تي ڪيڻ جو جوکم کڻڻ لاءِ تيار ٿيو. فقيري وٽ ايترا ڏوڪڙ ڪٿي هئا. هن کي ته پنج رپيا به اڌارا وٺڻا پون ها. پر هن کي زال جي زندگي هر بها تي بچائڻي هئي. ان ڪري پٽ سٽ ڪرڻ لاءِ دوستن ۽ واقفڪارن ڏانهن تڪڙو رخ رکيائين.

اني اوچتو پنهنجي هڪ مائٽ جو خيال آيس، جو ان ڳوٺڙي ۾ ئي رهندو هو ۽ رڪشا وهائيندو هو.

سلطان به پهرين ته انڪار ڪيس ته اڄ رڪشا ڪيڻ ۾ رڪشا کي ته خطرو آهي، پر پنهنجي جان به جوکي ۾ وجهڻي آهي. پر پوءِ فقيري جي بيوسي ۽ سندس زال جي زندگيءَ جو سوال ڏسي، هو هلڻ تي راضي ٿيو.

بيمار کڻي، رڪشا اڃا اڌ ميل طيءِ مس ڪيو ته هڪ هنڌ، رستي جي پاسي ۾ بيٺل ماڻهن جي ميڙ،

رڪشا تي پٿرن جو وسڪارو ڪري، ان کي بيهڻ تي مجبور ڪيو. رڪشا بيهندي ئي ويهارو ڪن ماڻهو ان تي الر ڪري آيا.

سلطان کي اجرڪ ويڙهيل، فقيري کي شيشائين ٽوپي ڍڪيل ۽ فقيري جي زال تنبوءَ جهڙي اڇي برقعي ۾ بند ڏسي، سڀ مان رڙيون اچڻ لڳيون:

”ماريو غدارن کي!“

”ماريو ملڪ دشمنن کي!“

”هي پارت جا ايجنٽ آهن!“

”سالن کي سبق سيکاريو!

سلطان کي نرڙ تي پٿر لڳو هو، جتان رت ٽيمبڙيون ڪري وهي رهيو هو. هن ڏاڍي نوڙت مان چيو:

”پائي صاحب! هن عورت کي دل جو دورو پيو آهي، هن جي حياتي خطري ۾ آهي، هن کي سول اسپتال علاج واسطي وٺي پيا وڃون.“

”توهين ڪوڙا آهيو. اسان کي ڪيئن خبر پوي ته اها برقعي ۾ بند مائي سخت بيمار آهي. اوهان هڙتال کي ناڪامياب بنائڻ لاءِ هي سانگ رچايو آهي. توهين پارت جا ايجنٽ آهيو، سندو ديشي آهيو!“

فقيري اکين ۾ آب آڻي، هٿ ٻڌي نيزاري ڪئي:

”منهنجي حال تي رحم ڪريو، اول ئي ڏاڍي دير ٿي چڪي آهي. منهنجي ۽ منهنجي ٻچن جي سهاري کي بچايو، خدا جي نالي، رسول جي نالي، پنجن تنن جي نالي....“

”بند ڪر بڪواس!“ هي لفظ ان شخص چيا، جو ان هجوم جو سرغنو ٿي ڏٺو. هي همراه، قد جو بندرو، رنگ جو ڪافي ڪارو ۽ بدن جو ٿلهو هو. هن جو وات، زبان ۽ چپ پان ۾ ڳاڙها ناسي هئا. هن جو نڪ مڻو ۽ اکيون چنجهيون هيون، هو ڳالهه ڳالهه ۾ گار استعمال ڪري رهيو هو، ۽ ڳالهائڻ ۾ جڙتو رعب پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين. هو هن سرزمين لاءِ ”ٻاهر وارو“ هو ۽ تازو هتي آيو هو.

وري سرغني چيو ”اسان بنگالين کي ٻه ٽوٽا چيا ۽ هتي توهان کي ٻه ستو ڪنداسين مون کي پڪ آهي ته هن برقعي اندر توهان خطرناڪ هٿيار لڪايا هوندا. اهي ٻه ته توهان جائي ماڻهو هئا، جن وٽان سنڌ يونيورسٽي اندر تلاشيءَ ۾ هٿيار نڪتا آهن. توهان ملڪ جا ويري آهيو.“

سلطان کي طيش اچي ويو ۽ چيائين:

”تلاشي ته توهان جي گهرن جي ٿيڻ گهرجي، جتي بمن ۽ باروت ناهڻ جا ڪارخانا آهن.“

اهو سلطان ان ڪري چيو جو هن تازوئي اخبار ۾ پڙهيو هو ته هڪ گهر ۾ اوچتو بم ڦاٽڻ جو ڌماڪو ٿيو. ان بعد ٿي پوليس ۽ پاڙي وارن کي پتو پيو ته ان گهر ۾ بم ناهيا ويندا هئا، ۽ هڪ بم ناهيندي اچانڪ ڦاٽي پيو هو. ان گهر جو مالڪ بهاري هو، جو بنگال مان آيو هو ۽ بم ناهي، پنهنجي قوم وارن وٽ وڪڻندو هو.

سلطان مٿئون جواب ڏنئي، ڇڻ هن سرغني جي دل جو چور پڪڙيو هو. حقيقت ۾ واقعي ئي هو گهر ۾ به ناهيندو هو.

سرغني کي ٻاهه وٺي وئي ۽ سلطان کي گهڙن ڪان جهلي، ٻه ٽي ڏئونشا وهائي ڪڍيائين.

سلطان ۽ فقيرو رڪشا مان لهي بيٺا هئا، باقي بيمار عورت رڪشا ۾ ڍيري ٿي پئي هئي.

فقيري جي اندر ۾ وڍ پئي پيا. هن جي ڦٽن تي لوڻ ٻرڪيو ٿي ويو. هو جڪڪائي رهيو هو. وس پڄيس ها ۽ هٿيار هجنس ها ته سيني کي ختم ڪري، زال کي منزل تي پڄائي ها. هن جي زال هٿن مان وڃي رهي هئي. هن جي جياپي جي جوت اجهامي رهي هئي. هن جا نيڻ لڙڪن ۾ لڙهيل هئا. هن جو دماغ مائوف ٿي ويو هو. هن جي ذهن ۾ هن مهل جيڪي خيال، جذبا ۽ احساس پيدا ٿيا ٿي، تن لفظن جي صورت نه ڪانه ٿي ورتي، پر ڪجهه هن طرح جا هئا:

هي ڪهڙو ڳاهه هو،
جنهن ۾ هن کي ڳاهيو ٿي ويو.
هيءَ ڪهڙي جاندهه هئي،
جنهن ۾ هن کي پيئو ٿي ويو.
هيءُ ڪهڙو گهاڻو هو،
جنهن ۾ هن کي پيڙيو ٿي ويو.
ڇو ٿا کسن هن کان

پنهنجي پياريءَ جي حياتي بچائڻ جو حق!
هن جو دوش؟
هنن جو مقصد؟
هنن کي، ڏنو ڪنهن اهڙو اختيار؟
هتي هو اوپري ٻولي ڇو ٿا ٻولين؟
هي اهي ئي ته آهن،
جي ٿيا نه سچا پنهنجي ڌرتيءَ سان.
ٿيندا سي سچا
ڪنهن به ڌرتيءَ سان ڪيئن؟
نه بنگال جي ڌرتيءَ سان،
نه سنڌ جي ڌرتيءَ سان،
۽ پنهنجن اهڙن افعالن سان،
ملائڻ چاهين ٿا
ڪشمرين کي پاڻ سان!

پوءِ هن کي جهُجهڪي اچي وئي. هڪدم هي چوندي ته ”تون جو اسان جي حياتين لاءِ خطرو بنجين، تنهن ڪان اڳ ئي ڇو نه تنهنجو خاتمو ڪري ڇڏجي!“ ان سرغني تي حملو ڪري، ٻنهي هٿن سان هن کي گهوگهو ڏنائين. هن جي هٿن جي پڪڙ اهڙي اوچتي ۽ سوگهي هئي، جو سرغنو هن کان گهڻو ٻلوان هوندي به، ڇڏائي نه سگهيو. هن جا دوڏا نڪري آيا ۽ زبان ٻاهر لڙڪڻ لڳي. پر هن جا ٻيا ويهه پنجويهه ئي ساٿي هن جا مددگار

ڏيا ۽ فقيري جا هٿ ڇڏائي، پٽ تي ڪيرائي، هن کي لتون ۽ ٺڪون هڻڻ لڳا.

پوءِ انهن مان ڪنهن چاقوءَ سان، رڪشا جا ٽيئي ٽاير ڦاڙي، پنڪچر ڪري ڇڏيا ۽ رڪشا کي ڏڪو ڏئي اونڌو ڪري، سرغني سميت سيئي ٽڙي پکڙي ويا.

اڌ مئو فقيرو اٿيو. ڏٺائين ته رڪشا اونڌي ٿي پئي هئي ۽ هن جي زال پري وڃي ڪري هئي، ۽ سلطان ڏونداڙي هن کي زور سان سڏي رهيو هو: ”ياچاڏي! ياچاڏي!“

پر هوءَ، جا ڪجهه دير اڳ، مڇيءَ وانگر ڦٿڪي رهي هئي، سا هاڻي چري پري ڪاٺ ٿي، ۽ ڏونداڙڻ ٿي به هن ۾ ڪو زندگيءَ جو اهڃاڻ پيدا ڪونه ٿيو.

حيدرآباد، ٢٨- فيبروري ١٩٧٥



## ٻه خبرون

اڄوڪي اخبار جي ٻن خبرن رفيق جي جيءَ کي جهوري ڇڏيو. هڪڙي سنڌ سرڪار جي بجيٽ بابت ۽ ٻي، هڪ ڀڄايل ڇوڪري جي باري ۾. رفيق جي نگاهه جي نقطي کان هنن ٻنهي خبرن جو پاڻ ۾ ناتو ٻڌل هو.

ڏهه سال اڳ ڪي خرڪار پٺاڻ، هڪڙو سنڌي ڇوڪرو زوريءَ ڀڄائي ويا هئا. اهو ڇوڪرو هنن جي چنبي مان ڀڄي، ڪنهن نموني، تازو مائٽن وٽ واپس پهتو هو. اڄوڪي اخبار ۾ هن جي ٻڌايل روئداد ڇپي هئي:

”مان مئٽرڪ ۾ هوس ان ڏينهن اسڪول کان موٽي رهيو هوس. ٽاڪ منجهند ۽ ٽڙيل اس هئي. هڪڙي اهڙي گهٽيءَ مان پئي لنگهيس، جنهن ۾ ٻي ڪا پهر ڪانه هئي. هڪڙي جيپ اچي منهنجي پرسان بيٺي، ان مان ٻه پٺاڻ لٿا ۽ اوچتو اچي مون کي ڪنيي کنيائون؛ هنن منهنجي ٻوت تي ڪپڙو ويڙهيو ۽ مان بيهوش ٿي ويس مون کي سرحد صوبي ۾ ڪٺي ويا. هڪڙي ڀهاڙي جي غار ۾ وڃي واڙيائون. اتي ٻيا سٺر اسي ڇوڪرا ۽ مرد ٻڌل هئا. اتي سڀني کي بيرحميءَ سان ماريو ۽ ڪٽيو ويندو هو، ۽ چٽاڻ ڏنو ويندو هو ته جي ڪنهن به ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي يا ڪٿي چغلي هنئي يا گجهه پڌرو ڪيو ته هن کي گولي هڻي ماريو ويندو. ٿوري گهڻيءَ

غلطيءَ تي وڻ ۾ اونڌو ٽنگي ڏنڊن سان ماريندا هئا.

”جيڪو وقت غار ۾ هوندا هئاسين ته پيرن ۽ هٿن ۾ لوهي بيڙيون پيل هيون، جڪڙي رکيو ويندو هو. بيڙيون اهڙيون سوگهيون ڪري ٻڌيون وينديون هيون، جو ڪراين ۽ مرن تي زخمن مٿان زخم ٿيندا رهندا هئا ۽ انهن مان سدائين پوءِ ۽ رت سمندو رهندو هو اڪثر رات جو خرڪار ايندا هئا ۽ هرويرو به زنجيرن ۾ جڪڙين تي ڇهڪن جو وسڪارو ڪندا هئا جيڪو جيتريون گهڙيون ڪيهون ڪندو هو، ان کي اوترو وڌيڪ ماريندا هئا. جيڪي سهڻا ڇوڪرا هوندا هئا، انهن سان اهي خرڪار زبردستيءَ بدفعلي ڪندا هئا.

”کاڌو اڻ پورو ۽ رکو سکو ڏيندا هئا. سدائين اڌ بکيا رهندا هئاسين. ڪپڙا ۽ بسترو نالي ماتر ڏيندا هئا. ان ڪري پارو پوندڙ سياري جي راتين جو، سارو وقت ڏڪندي ڏڪندي ڪاٽيندا هئاسين. ڪيترا نمونيا جو شڪار ٿيندا رهندا هئا.

”ڏينهن جو بندن ۽ رستن تي، جتي هنن جا نيڪا ڪنيل هوندا هئا، اتي ڪم ڪرائڻ لاءِ وٺي ويندا هئا. اتي پٿر ڪٽڻا پوندا هئا، مٿي کوٽڻي پوندي هئي، ڏلها ڪڍڻا پوندا هئا، ۽ گڏهن تي مٽي ڍوئڻي ۽ لاهڻي پوندي هئي. ڏهاڙي سورنهن سورنهن ڪلاڪ به ڪم وٺندا هئا هنن جا جمعدار هنٽر کنيو بيٺا هوندا هئا، جنهن کي به ڍرو يا سست ڏسندا هئا ته هن کي هنٽر سان ڦٽڪا

هئندا هئا. ڪم ڪندي ساڻا ٿي ڪرندا هئاسين يا بيهوش ٿي ويندا هئاسين ته پاڻ وڏيڪ بيرحميءَ سان ماريندا هئا، پوءِ پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻي ۽ پيرن سان ٺڏا لڳائي، هوش ۾ آڻي، ڪم جاري رکڻ تي مجبور ڪندا هئا. ڇوڪرن جون ڪي ٽوليون سنڌ ۽ ٻين پرڳڻن ڏي مزوريءَ لاءِ وٺي ويندا هئا.

”ڪو بيمار ٿيندو هو ته هن جو ڪوبه علاج نه ڪرايو ويندو هو هن کي بڇڙي حالت ۾ ڇڏي ڏيندا هئا. جي چڙي چڙهي پوندو هو ته وري هن کان ڪم وٺڻ شروع ڪندا هئا. جي مري ويندو هو ته بنا ڪفن پوري ڇڏيندا هئا. ڪن حالتن ۾ ته جي ڏسندا هئا ته هو ڏاڍو بيمار آهي ۽ هن جي بچڻ جي اميد ڪانهي ته هن کي جيئرو ئي پوري ڇڏيندا هئا جي ڪو ڪم ڪرڻ جي لائق نه رهندو هو ته هن کي گولي هڻي ماري ڇڏيندا هئا. ڪڏهن ائين به ٿيو ته ڪنهن ڇوڪري وجهه ڏسي ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي ته هن کي پٺيان بندوق جو نشانو بڻايو ويو ۽ ٻيچارڻ لاءِ هن جو لاش ٻين کي ڏيکاري، انهن سر ڏڪيون ڏنيون ويون.

”هڪ لڳا مان سخت بيمار ٿي پيس. هنن به ڏٺو ته هن ۾ بچڻ جي اميد ڪانهي. ان ڪري شايد فيصلو ڪيو ته هن کي، مري نه مري، رات جو دفن ڪري ڇڏبو. ڪم تي ويندي وقت، مون کي غار ۾ اڪيلو ڇڏي ويا ۽ ٻاڙيون به ڇوڙي ڇڏيائون مون کي پنهنجي

پڇاڻي سجهي ٿي اڪيلائيءَ ۾ ڪجهه سوچڻ ۽ همت کان ڪم وٺي اٿي کڙو ٿيس ۽ ٿڙندو ٿاٻڙندو، لڪندو ڇپندو، ڪنجهندو ڪرڪندو، جهنگ منهن ڪٽي ڪيم. هڪڙي هنڌ هڪڙو همراهه گڏيو. هن کي منهنجي حالت ڏسي ترس آيو ۽ مون کي ڪلهي تي کڻي، پنهنجي گهر وٺي ويو. هو هڪ اسڪول جو ماستر هو ۽ رحم دل انسان هو. مون به هن کي حقيقت کان واقف ڪيو. هن مون کي تسلي ڏني ۽ ٽهل ٽڪور ڪندو رهيو. هن جي ڏنل سهائتا ۽ مهربانيءَ سان مان واپس مائٽن وٽ پهتو آهيان.“

هزارين ماڻهن اها ”ڇوڪري جي زباني“ پڙهي. پڙهندي گهڻن جا لڱ ڪانڊارجي ويا، هنن جي اندر ۾ چڙ ۽ نفرت جي لهر اڀري. شايد ڪن جي دل ۾، ٿورين گهڙين لاءِ، ڪجهه هن قسم جا ويچار ۽ جذبا اڀريا: هنن درندن خرڪارن کي شهر جي چوسول ۾ ڦاهي ڏني وڃي.... هي رهزن ڪڏهن اهو به نٿا سوچين ته جي سندن پنهنجو اولاد ائين غائب ڪيو وڃي ۽ ان سان اهڙيون عقوبتون ڪيون وڃن ته سندن ڪهڙي حالت بڻجي؟ ... هيترن سالن کان هنن خرڪارن جون ڪارروايون جاري آهن، پر حڪومت ڪو اثرائتو قدم کڻڻ ۾ ڇو ناڪام وئي آهي؟

خير، هن اها خبر پڙهي، ان کي وساري ڇڏيو ۽

ٻيون خبرون پڙهڻ ۾ رڌل رهيا. اهڙيون خبرون ته ايندريون رهنديون هيون، ۽ ”گم ٿيل جي تلاش“ جي اشتهارن سان ڪالم ڪارا ٿيندا رهندا هئا. ريڊئي تي گم ٿيلن جي باري ۾ اعلان به روز روز جو دستور هئا. هنن واسطي اهي ڪا نئين ڳالهه ڪانه هئي. اهي ته هڪ تمام رواجي خبر هئي.

پر رفيق واسطي اها رواجي خبر ڪانه هئي. خبر پڙهندي پڙهندي، هن جي نيڻن مان ڳوڙهن جو سيلاب جاري ٿي ويو هو. پوري خبر پڙهڻ کان پوءِ هو سڏڪا ڀري رئڻ لڳو.

رفيق، آبادي رٿابندي کاتي ۾ ضلعي آفيسر هو. هو هيئنر آفيس مان گهر پهتو هو. هو غمگين ۽ اداس هو هن جي چهري تي اڳين رونق ۽ چمڪ نه رهي هئي هن جي وڪ ۾ اڳين ڪڙائي تڙائي ڪانه هئي. هن جي هر چرپر چستي ۽ جياپي جي جوت کان خالي هئي.

گهر ۾ گهڙڻ سان، هن جون نظرون پاڻمرادو پنهنجي گم ٿيل پٽ جي کٽ ڏانهن کڄي وينديون هيون. هو جڏهن به آفيس مان موٽندو هو ته سندس اهو پٽ ان کٽ تي ليٽيو پيو هوندو هو يا ڪتاب پيو پڙهندو هو ۽ مرڪي پيءُ جي مرحبا ڪندو هو.

هن جي پٽ کي گم ٿئي ڇهه مهينا ٿي ويا هئا. پر اڄ به هن جي ماءُ هن جا ڪتاب، ڪپڙا، ميز ۽

ڪپڙ تہ ڏاھي جوڙي رکندي ھئي، پر ھن جو بسترو بہ روزانو اٹين چنبي ڦوڪي وڇائي ڇڏيندي ھئي، جئن تہ پٽ اچھو اسڪول مان ايندو ۽ اچي ليٽندو.

رفيق آفيس مان موٽندو ھو تہ اھا آس ڪيو ايندو ھو تہ شايد پٽ موٽي آيو ھوندو ۽ مان گھر ۾ گھڙندس تہ ھو پنھنجي کٽ تي ليٽيل نظر ايندو. پر ھن جي کٽ خالي ڏسي، ھن جي آس ٽٽي پوندي ھئي.

ماءُ روز انھيءَ اميد ۾ ھوندي ھئي تہ مڙس ايندو تہ اچي پٽ جي ملڻ جي خوشبري ٻڌائيندو، شايد ڪٿان آسرو مليو ھوندس، شايد ڪٿان سراغ مليو ھوندس. مڙس جي گھر ۾ داخل ٿيڻ تي انھن اميدن سان ھن جي اکين ۾ نھاريندي ھئي، پر ھن جون ويران ۽ مايوس اکيون ڏسي نااميديءَ سان پنھنجون ڳوڙھن سان ڇلڪيل اکيون جھڪائي ڇڏيندي ھئي.

اڳي جڏھن ھو آفيس مان اچي، ھٿ منھن ڌوئي، لٽا ڪپڙا مٽائي وھندو ھو تہ پٽ اچي سندس پاسي ۾ وھندو ھو ۽ ان ڏينھن جون پنھنجيون ڪاميابيون ۽ ڪارناما ٻڌائيندو ھو ۽ اسڪول، ساٿين ۽ ماسترن جا حال احوال ڏيندو ھو. پيءُ، پٽ جون ڳالھيون دلچسپيءَ سان ٻڌندو ھو ۽ ھن جي خوشين ۾ شريڪ ٿيندو ھو ۽ ھن جي ڪاميابين تي ھن کي آفرين چوندو ھو.

ھن جو پٽ ڏاڍو ھوشيار محنتي ۽ ذھين ھو. ھو ڪلاس ۾ سدائين پھريون نمبر ايندو ھو. ھينئر ھو مئٽرڪ ۾ ھو.

هو پيءُ کي چوندو هو ”بابا مان ڊاڪٽري پڙهندس مان سنڌ ۽ سنڌين جي خدمت ڪندس مان سنڌ جو ڊاڪٽر بڻجندس.“

اسڪول ۾ فوجي سکيا شروع ٿي ته هن جي پٽ ڏاڍي شوق ذوق ۽ باقاعدگيءَ سان ان ۾ حصو ورتو. هو ان سکيا ڏانهن موٽندو هو ته اچي پيءُ کي چوندو هو:

”بابا خبر آٿو مان سنڌ جو سپاهي آهيان ۽ صحيح معنيٰ ۾ سنڌ جو سپاهي ٿيڻ چاهيان ٿو. ان ڪري ئي ته فوجي سکيا ۾ باقاعدي حاضر رهندو آهيان.“

هو ڏاڍو سمجهو ڇوڪرو هو. هڪڙي ڏينهن پيءُ کي چيائين:

”بابا مان ڏاڍي محنت ڪريان پيو جيئن انٽر سائنس ۾ تمام سٺيون مارڪون کڻي سگهان. ورنه ڊاڪٽري ڪورس ۾ چونڊجي نه سگهندس. مون کي خبر آهي ته ٻن پرڳڻن وارا ڇوڪرا ڪوڙا ڊوميسائيل هٿ ڪري سنڌ جي ميڊيڪل ڪاليجن جون ڪيتريون سيٽون هٿ ڪيو وڃن. ان ڪري جي منهنجيون مارڪون تمام سٺيون هونديون ته پوءِ ميڊيڪل ڪاليج ۾ داخلا پڪ ملندي“.

اڄ به هو خالي ڪٽ ڏسي، زال جي اجڙيل اکين کان نظرون چورائي، اچي پنهنجي ڪمري ۾ ليٽيو. اخبار ۾ ”پڇاڙيل ڇوڪري جي زباني“ پڙهي پاڻ روڪي نه سگهيو ۽ ڦٿي هيان رڙڻ لڳو. ٻئي ڪمري ۾ زال، پنهنجي ڇهن سالن جي ڌيءَ کي ماني کارائي

رهي هئي. ان مڙس جي رڙ جو آواز ٻڌو. هن کي خبر هئي ته رڙ جو ڪارڻ ڪهڙو آهي. هوءَ به ٻار ڪيئي رڙ لڳي. گذريل ڇهن مهينن کان ائين ٿيندو آيو هو. هاڻي ته هڪ ٻئي کي آٿت ڏيڻ جي روايت به ڇڏي ڏني هئن.

رفيق کي تصور ۾ پنهنجي پٽ سان اهي عذاب ٿيندا نظر آيا، جي ڇوڪري پنهنجي بيان ۾ ٻڌايا هئا. هن جي اندر ۾ ڪاوڙ جو ٻرندڙ جهل اپاسڻ لڳو، نفرت جو ڪورو ٻرڻ لڳو، بدلي جي باهه ڀڙڪڻ لڳي. هن جوش ۾ سوچيو ته اهي ظالم، اهي درندا منهنجي هٿ چڙهن ته ٻوٽي ٻوٽي ڪري ڇڏيان، اهڙو پيڙي، اهڙو عذاب ڏيئي ماريان، جو دنيا جا ٻيا اهڙا درندا سبق سکن.

هن خيال ڪيو ته پنهنجي ٻار پڇائڻ جي ڪردار سان اهڙو ڳنڍيل آهن، جو ڪوبه پنهنجي پنهنجي روايتي لباس ۾ ڏسبو آهي ته اهو انديشو جاڳندو آهي ته هي ٻار پڇائيندڙ نه هجي. هن کي خبر هئي ته هن جا ڪيترا سنڌي دوست، پنهنجي نوڪر يا پنهنجي چوڪيدار محض ان ڊپ کان نه رکندا آهن ته متان ٻار نه چورائي وڃي.

وڏا ته ٺهيو پر ٻارڙن کي به اهو احساس آهي. هن هڪ پيري ٻن پنجن ڇهن سالن جي ٻارن جي گفتگو ٻڌي:

”هو ڏس پنهنجي پيو اچي.“

”اڙي ها، هل ته اندر گهر ۾ هلون“

”ڇو؟“

”اهي لالا ٻنا، ٻارن کي بيهوش ڪري کڻي ويندا آهن ۽ ڪٿي ڇڏيندا آهن.“

هن جي سوچ ۾ ڪڙاڻ اچي وئي: ڌاريان اسان جا ٻار چورائيندا ۽ وڪڻندا رهيا آهن. اسان جي جگر جا ٽڪرا اسان کان کسيندا رهيا آهن. ٻين پرڳڻن جا ڌنڌا اسان جا ٻار کڻي ويندا آهن. پوءِ انهن مان ڇوڪرين کي نچائي وڏو ڪري چڪلي ۾ وهاري ڪمائيندا آهن، ۽ ڇوڪرن کي لولو، لنگڙو ۽ اپاهج بڻائي هنن کان پنڻ جو ڌنڌو ڪرائي دولت هٿ ڪندا آهن. هائي وري هيءَ خرڪاري، جا نئين ملڪ ۾ وجود ۾ آئي آهي....

اهڙا واقعا اڳي به ٿيندا هئا پر پاڪستان ۽ خاص ڪري ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ هن درندگيءَ جا دروازا کلي پيا آهن. ٻين پرڳڻن وارن کي هتي عام جام اچڻ ۽ واپار ۽ ٺيڪيداري ڪرڻ جي کلي موڪل ملي ويئي آهي. اڳي سامان واريون ٽرڪون صرف پنهنجي پرڳڻي ۾ هلي سگهنديون هيون، پر ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ اها روڪ ٽوڪ ختم ٿي ويئي ۽ ٽرڪون ڪراچيءَ کان پشاور تائين بنا ڪنهن بندش جي اچي وڃي سگهن ٿيون....

ٽرڪن جي انهيءَ آزاد چر پر ڪري هتي نشئي ڊرائيور ڪيترائي حادثا ڪري ماڻهو مارين ٿا، جنسياتي جرم ۽ بدمعاشيون ٿين ٿيون، سمگلنگ ٿئي ٿي، نشيدار شيون هتي آنديون وڃن ٿيون ۽ انهن جو واهپو وڌيو

آهي انهن ٿي ترڪن ۽ جمپن ۾ هتي جي ٻارن ۽ وڏن کي زوريءَ پهچائي ڪيو ٿو وڃي.

جڏهن هن جي طبيعت ۾ ٿوري ڦاپر آئي، تڏهن هن خيال مٽائڻ لاءِ وري اخبار پڙهڻ شروع ڪئي. سنڌ جي ساليانې بجيٽ جي تجويزن جو اعلان ڏنل هو. هن پڙهيو ته ايندڙ سال لاءِ اسي ڪروڙ رپيا ترقياتي ڪمن واسطي رکيا ويا هئا. ترقياتي ڪمن ۾ درياهه جا بند مضبوط ڪرڻ، رستا ناهڻ ۽ اسپتالن جي اڏاوت شامل هئا.

ايڏي رقم ڪڏهن به اڳ ان مقصد واسطي نه رکي وئي هئي. هن کي ته خوش ٿيڻ کپندو هو ته سنڌ ۾ ترقي ٿيندي. پر اها خبر پڙهي هو اداس ٿي ويو. اهو ان ڪري نه ته انهن ڪمن جا ٺيڪا گهڻو ڪري غير سنڌي ٺيڪدارن کي ملندا ۽ سنڌ جي دولت جو وڏو حصو ٻين پرڳڻن ۾ پهچندو، پر هن جي اداسيءَ جو سبب اهو هو ته انهن ڪمن جا ٺيڪا خرڪارن کي به ملندا ۽ پوءِ الائي ڪيترا معصوم پنهنجي ماءُ پيءُ جي گود کان محروم ٿيندا، الائي ڪيترن مائٽن جي زندگي زهر بنجندي!

حيدرآباد، ١٥ - جون ١٩٧٥ع



# دوستي نہ ڏسي ڏين ڏرم

هڪ رات ديـر سـان، جڏهن دنيا ۾ اوندهہ انڌوڪار هـو، چوڌاري چپ چاپ هئي، ڪـو سپنن ۾ سمايل هـو، ڪو خوابن ۾ خماريل؛ ڪُڙمي ۽ ڪاسبي ڏينهن جي ڏکن ڪان آجا ٿي، ننڊ جي نعمت سان نوازيل هئا؛ سعيد پنهنجي کٽ تي ڪونگهرا هڻي رهيو هو.

اوچتو هن جـي ننڊ ڦٽي پيئي، ۽ هـو اٿي ويٺو. ڪو خراب خواب ڏٺو هئائين. هن کي مونجهہ محسوس ٿي ۽ هو سڙڪ تي ٻاهر نڪري آيو. وري گهر ۾ گهڙيو. وري ٻاهر نڪتو. هو عجيب بيچينيءَ ۾ مبتلا هو. هن سپنو ڏٺو هو تہ سندس سنگتي سندر کي ڪو قتل ڪري رهيو آهـي، ۽ هو کيس مدد لاءِ پڪاري رهيو آهي. هو سپني مان سجاڳ ٿي پيو ۽ هاڻي بيقراريءَ جي عالم ۾ نہ سمهي ٿي سگهيو، نہ ويهي ٿي سگهيو. پوءِ ان گهڙيءَ سندر جي گهر پهچڻ جو پهہ ڪري، هن جي گهر جو رخ رکيائين.

سندر جي گهر جو در ڪليل ڏسي، پنهنجي سپني جي سچي هجڻ جو گمان پيس. اتـي ئي ڪن تـي ڪنهن جي ڪيڪ جو آواز پهتس. وڌي در وٽ ويو تہ وري ٻي چيٽ آئي، جا ٻڌنديئي سرير مان سيسراٽ نڪري ويس. آوازسڃاتائين تہ سندر جو هو. پوءِ تہ بيتاب ٿي، گهٽ هڻي گهر ۾ گهڙي ويو. سندر جي ڪوٺيءَ طرف وڌيو. هن جي آهٽ تي اندران ڪو ڪاري پوشاڪ ۾ ٻُٽَ بڌل ماڻهو ٻاهر نڪتو. سعيد وچي هن جي مٿان پيو. پوءِ تہ ڪشتي شروع ٿي ويئي، پر اهو رهزن پنهنجي جند ڇڏائي، ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

سعيد هن جو پڇو نه ڪيو ، ڇو ته سندر جي حالت ڏسڻ لاءِ دل دڪ دڪ ڪري رهي هئس . اوڙي پاڙي مان ڪوبه واهر لاءِ ڪونه آيو. شايد ايترو گوڙ ڪونه ٿيو جو پاڙيسري جاڳي پون.

سندر جي حالت ڏسي، سعيد جو هيانءُ ڇڄي پيو مٿي ۾ گهرو گهاءُ هوس، جنهن مان رت ريلا ڪري وهي رهيو هو. هو بستري تي بيهوش پيو هو. سعيد همت نه هاري. هن جي مٿي واري زخم تي زور سان ڪپڙي ٽڪر ٻڌائين، هن کي رلي ويڙهي، پاڻ ڊاڪٽر ڏي ڊوڙيو.

ڊاڪٽر آيو. چيائين حالت هيٺي آهي ، تنهنڪري هن جي هر طرح خبرداري ڪئي وڃي. سندر ساڍهه اٺ ڪلاڪ بي سرت رهيو . نه ڳالهايائين ، نه ڪاڏائين ، نه پيتائين ۽ نه وري چريو. سعيد هن جي ان حالت ۾ جا ٽهل ٽڪور ڪئي سا پنهنجو رت به نه ڪري . سارو وقت هن جي مٿان ويٺو رهيو. دوا درمل ڏيڻ ۾ ڪابه ڪوتاهي ڪانه ڪيائين. انتظار ۽ اميد مان هن ڏي نهاريندو رهيو ته ڪڏهن ٿو سندر چري، اکيون کولي ۽ ڳالهائي.

نيٺ اٺن پهرن ڪان پوءِ، اکيون هيڏانهن هوڏانهن ڦيري نهاريائين. سعيد سڪ مان هن جو نالو وٺي سڏ ڪيو. سندر پڇيو "ڇو، مون کي ڇا ٿيو آهي؟" سعيد جي بدن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي آئي، ۽ پريل ڳلي سان هن کي آٿت ڏنائين. سعيد، صبح سانجهي هڪ ڪري هن جي ٽهل ٽڪور ڪندو رهيو. نه ڪاڏو وٺندو هوس نه پوري ننڊ ڪري سگهندو هو.

سعيد جي مائٽن کي اها ڳالهه پسند ڪونه هئي. هڪ ڏينهن هن جي ننڍڙي پيءُ، هن جي پويان آئي. سعيد ته اڳئي سان ئي سندر جي خدمت چاڪري، بسترو درست ڪرڻ ۽ دوا پيارڻ ۾ مصروف ٿي ويو. پيٽس پير ۾ بيٺي رهي. جڏهن سعيد واندو ٿيو، تڏهن پيءُ، پاڻ کان پڇيو:

”ادا، هي ڪير آهي؟“

”هي منهنجو ڀاءُ آهي ۽ تنهنجو پڻ ادا آهي.“

”تون هن جي ايتري سنڀال ڇو ڪري رهيو آهين؟“

”چاڪاڻ ته منهنجو دوست آهي، منهنجو ڀاءُ آهي.“

”پر هي ته هندو آهي.“

”هندو به انسان آهن، مسلمان به انسان آهن. هو به اسان جهڙو انسان آهي. هو اسان وانگر خدا جو خلقيل آهي. جهڙيون خدا جون نعمتون اسان تي، تهڙيون هن تي. وڏي ڳالهه ته اسين ٻئي سنڌي آهيون؛ هڪ ديس، هڪ وطن، هڪ زبان، گڏ رهون، گڏ راند روند ڪريون. اهڙو ڪو پيو ناتو ٿي سگهي ٿو!“

سندر جي حالت ڪانه سڌري جيئن پوءِ تئن پؤٽو پوندو ويو. نيٺ ڏهن ڏينهن جي موت ۽ حياتيءَ جي ڇڪتاڻ کان پوءِ، هن جا پساهه پورا ٿيا. سعيد جي دنيا اونداهي ٿي ويئي هن ٻار وانگر سڏڪا ڀريا، ضاعفن وانگر پار ڪيا، مردن وانگر ماتم ڪيو. ماڻهو هن جي دوستيءَ جي سچائي ڏسي حيران ٿي ويا. سندر جي مائٽن جا به زخم ڇٽي ويا، مگر سعيد جو زخم ناسور بڻجي ويو.

سندر هڪ چٺي پنهنجي پيڻ وٽ ڇڏي ويو هو، جا هڪ ٻئي شهر ۾ رهندي هئي، ۽ هن حادثي کان پوء، هن جي گهر اچي ٽڪي هئي. هن کي ڇيو هئائين ته جي هو مري پوي ته اها چٺي وڃي مڪيءَ کي ڏئي. هاڻي ڀيڻس ائين ڪيو. اها پڙهي، مڪيءَ جو وات ڦاٽي ويو. سندر وصيت ڪري ويو هو ته سندس ساري ملڪيت، هن جي موت کان پوء، سعيد کي ملي.

مڪيءَ عجب ڪاڏو، ڳوٺ وارن عجب ڪاڏو، هندن عجب ڪاڏو، مسلمانن عجب ڪاڏو، سڄي سنسار عجب ڪاڏو.... هڪ هندو پنهنجي ملڪيت هڪ مسلمان کي بخشي! سو به اهڙي زماني ۾ جڏهن هندو ۽ مسلمان هڪ ٻئي جي رت جا پياسي بنجي چڪا هئا.

ٿورن ماڻهن کي احساس ٿيو ته سعيد ۽ سندر جي دوستيءَ سنڌيءَ ۽ سنڌيءَ جو ناتو امر بنائي ڇڏيو هو.

هنن جي دوستي رڳو شخصي لاڳاپن تائين محدود ڪا، هئي، پر ٻئي هم خيال هئا، ٻئي اديب هئا، ٻئي شاعر هئا، ٻئي قومي ڪارڪن هئا. هنن شعرن، ڪهاڻين ۽ مضمونن رستي ماڻهن کي مذهبي ويڇا وساري، فقط انسان، هم وطن هم زبان، پاڙيسري ۽ سنڌواسي ٿي رهڻ تي زور ڏنو هو. پر ماڻهن هنن کي ڪونه سمجهيو، ۽ هڪ مسلمان هڪ هندوءَ کي، هڪ ڪافر کي فقط ان ڪري مارڻ ۾ ثواب سمجهيو ته هو هڪڙي مسلمان کي ڪاري رهيو هو. اهڙي مسلمان ڏي، اهڙي خيال هيٺ، سندر تي خوني حملو ڪيو هو.



نواب شاه، ٨ - مئي ١٩٤٤ع

## ڪنڌ جي چوري

غريبن جو رت چوسيندڙ ۽ اڻ پڙهيل ڳوٺاڻن سان دوکيبازي ڪندڙ اسٽيج تي اچي هميشه اها هام هڻندا آهن ته: اسين مسڪينن جا مددگار ۽ قوم جا خادم آهيون. پر هاڻيءَ جا ڏند ڏيکارڻ جا هڪڙا کائڻ جا ٻيا. اهڙا شخص جو ڪجهه چوندا آهن، سو نه ڪندا آهن، ۽ جو ڪجهه ڪندا آهن، سو نه چوندا آهن.

اهڙي قسم جي انسانن مان حميد به هڪ هو. هو وڏيرو هو، پر عام وڏيرن وانگر اڻ پڙهيل ڪين هو. انگريزي تعليم به ڪافي حاصل ڪئي هئائين. ملڪيت گهٽي ته ڪانه هئس، پر چالاڪ ۽ چتر زبان هجڻ ڪري، وڏي عزت ۽ شان مان سان گذاريندو هو. چونڊن وقت جيڪو پاسو زور ڏسندو هو، چمڙي وانگر ان پاسي وڪ وڌائيندو هو، ۽ پنهنجو کيسو گرم ڪندو هو، پر تقرير ڪرڻ وقت، هارين جي همدرديءَ ۾ گويا روئي ڏيندو هو، ۽ لڙڪ لڙي پوندا هئس. پنهنجي چتر زبانيءَ سان مخاطب کي موهي وجهندو هو. آفيسرن ۽ عملدارن کي پنهنجي وڪڙ ۾ ڦاسائڻ ته هن جي کاٻي هٿ جو کيل هو.

نئيا ڪاسورا ته نهيو، پر خود ڊپٽي ڪمشنر تي به پنهنجو اثر جمائي ڇڏيو هئائين. هن کي اهڙيون ته اوپاريون لهواريون ڳالهيون ٻڌائيندو هو، جو ڊپٽي ڪمشنر کي يقين ٿي ويو ته وڏيرو صاحب غريبن جو سچو خيرخواه ۽ بي غرض قومي ڪارڪن آهي.

سنڌ وزارت، مسلمانن کي واپار جو وجهه ڏيڻ لاءِ، پنجاهه سيڪڙو ڪپڙي جا ڊيپو مسلمان دڪاندارن کي ڏيارڻ جو اعلان ڪيو. وڏيري صاحب، هن موقعي کي پنهنجن عزيزن ۽ اڻ سڌي طرح پاڻ کي ورسائڻ لاءِ غنيمت ڄاتو. ڊپٽي ڪمشنر وٽ هن جي هلندي پڄندي هئي. هن جا ڪيترائي دوست ڊيپو ڪيپر بڻجي ويا. پنهنجي سوٽ سراج کي به ڪپڙي جو ڊيپو وٺرائي ڏنائين. ٿوري وڏيڪ سفارش سان سراج تعلقي جو ڪنڊ لاءِ هول سيل ڊيلر مقرر ٿيو. ساري تعلقي جي ڪنڊ ڀرپائين هن وٽ پهچندي هئي، ۽ اتان سڀ ڊيپو ڪيپر کڻائي ويندا هئا. حقيقت ۾، وڏيرو ۽ سراج هڪ گهر جا ڀاتي هئا.

سراج هينئر سيٺ صاحب سڏجڻ لڳو.

هيءَ هڪ مڃيل ۽ ڏٺل حقيقت آهي ته ڪهڙو به شريف ماڻهو، ڊيپو ملڻ بعد گهڻو ڪري ڀرين نمبر جو حرامخور ۽ بي‌ايمان بڻجي ٿو پوي. ڪيترا اهڙا شخص ڏٺا ويا آهن، جن جي اول ته غريب پڻ واڪاڻ ڪندا هئا، پر ڊيپو وٺڻ بعد، اهي ساڳيا شخص ايتري قدر ته بدنام ٿيا آهن، جو غريب ته جنسي هٿ ڪيو پيا ڪين پڇن.

سيٺ صاحب ته وڏيري کان به ٻه رتيون ڪسر هو. ڏاڍي هٿي ڌهه ته ٿوڏو هٿي ٽبرهن، وارو قصو هو. ظالم زميندار ته اول ئي هو، وري ڊيپو به آسانيءَ سان ملي ويس. پوءِ ته غريبن کي مڏي ڪاتيءَ سان ڪهڻ لڳو. ڪپڙي خريد ڪندڙ کي، ڪپڙي ٽڪر کان محروم موٽڻو ٿي پيو.

هن کي کپڙي جي هڪ ٻي بزار جو نالو ٻڌايو ٿي ويو....
چور بزار .... بلئڪ مارڪيٽ.
غريبن پڪاريو :

خدايا، رحم ڪر، اسان کي بچاءِ،
ظلم جا ڪڪر هي، تون مٿان هٽاءِ!

پر دانهن ۽ فرياد ڪرڻ وارا ! ياد رک، فقط اکيون ٿي ڇپي گوڙها ڳاڙڻ ۽ آهون ڪرڻ مان ڪجهه حاصل نه ٿيندو. توکي عمل جي ميدان ۾ ٽپي، پنهنجي ٻانهن جي زور سان، انهن ڪڪرن کي هٽائڻو آهي . مان ڏسان پيو ته تنهنجي اکهاڙين پيرن هيٺان ڌاندا آهن، پر تون محسوس نه ٿو ڪرين، ڇاڪاڻ ته تون ظلم ۽ ڏاڍ سهي سهي نود ٿي ويو آهين .. پر ائين به نه آهي.... ڇو تو تون آهه ۽ دانهن به ڪرين ٿو .... تڏهن توکي پنهنجي طاقت جو احساس ۽ نتيجي تي اعتبار ڪونهي. جي ائين آهي ته مان توکي ٻڌائڻ چاهيان ٿو ته تون اهو آهين، جو دنياکي آگ لڳائي سگهين ٿو، تون مانيٽي بحر ۾ طوفان برپا ڪري سگهين ٿو، تون دنيا کي بک ماري سگهين ٿو، تون سنسار جي رهاڪن کي ننگو بنائي سگهين ٿو .... ۽ تنهنجي انقلاب جو نتيجو خوشگوار هوندو .... آٽا! ۽ پنهنجي ڏندي جي ڏات ڪان ڪم وٺ!

اسان سيٺ صاحب کي وساري ڇڏيو. جڏهن سچي تعلقي جي ڪنبد هن وٽ اچي لهندي هئي تڏهن هو هرهڪ ڳوڻ مان به ايائي سيرڪنبد چورائي ڪيندو هو. ائين ڪرڻ سان

۽ هن کي ڪيترائي مڻ کنڊ جا ملي پوندا هئا. ڊيپو ڪيپر سيٺ جي هن حرڪت کان واقف هوندي به ڪجهه ڪونه ڪڇندا هئا . ان جو سبب سيڪو سمجهدار سمجهي سگهي ٿو. سيٺ صاحب، وڏيري جي هٿي ڏيڻ تي کنڊ ۽ ڪپڙو بليڪ مارڪيٽ ۾ وڪڻي ڏاڍا جاوا ڪيا . هو چوندو هو ته جنهن جو ڊپٽي ڪمشنر يار ، تنهن کي ڇا ڪندي پبلڪ جي پڪار!

عيد جو ڏڻ ويجهو هو . کنڊ آئي . سيٺ جو گدام کنڊ جي ڳوڻين سان سٿجي ويو. هو دل ئي دل ۾ ڪڳيون هڻڻ لڳو . عادت موجب ، پوري منجهند جو ، جنهن ويل هرڪو آرامي هوندو آهي ، پنهنجو ماڻهو ڪٺي ، کنڊ واري گدام اندر گهڙيو. لوهي در چڱي طرح اندران بند ڪيائين. هينئر هو پنهنجي ڪرت کي لڳو.

دور انديشي ڪري، ڳوڻيون هڪ ٻئي مٿان اهڙي نموني رکائيندو هو، جو ڪيس کولڻ ۾ ڏکيائي نه ٿئي.

هرهڪ ڳوڻ مان اهو ماڻهو ، کنڊ سان پري ڪڍندو ويو. ڳوڻين مان کنڊ نڪرڻ ڪري، انهن ۾ ڪجهه خال پيدا ٿي پيو. نتيجو اهو ٿيو جو ڪي ڳوڻيون هيٺ جهڪي پيون ۽ ڪي ٿورو پاسيرو ٿي پيون. اچانڪ هڪ ڳوڻ سندس قبضي مان نڪري وئي، ۽ اچي هن جي مٿان ڪري.

سندس پٽ ڪنهن ڪم واسطي ڪيس ڪوٺڻ آيو . در کڙڪايائين . سڏ ڪيائين پر ڪو به جواب نه آيو. پنج ڏهه منٽ رکي، وري آيو. پر وري به ساڳي حالت ڏٺائين. اني

دل ۾ اچي ڦقڙي پيس. پنهنجن وڏن کي واقف ڪيائين. انهن به گهڻئي رڙيون واڪا ڪيا. پر جواب ڪونه مليو. نيٺ پڪ ٿين ته ڏاهو ڪانهُ ٻه ٽنگو ڦاٽو آهي. پاڙيسرين کي مدد واسطي پڪاريائون. هيءَ خبر بجليءَ وانگر شهر ۾ پکڙجي ويئي. ماڻهن جا هشام اچي گڏ ٿيا. گدام جو دروازو به ڪو حيدرآباد جي قلعي جي دروازي جهڙو مضبوط هو، سو ڪنهن به ريت کلي نه سگهيو. آخر ڇت پٽڻ لڳا.

اهي ٿي پورهيت، مزور، هاري ۽ مسڪين ماڻهو، جن کي هو ڪپڙي ٽڪر ۽ کنڊ لپ کان به محروم ڪندو هو، يا بلئڪ جي وڏي اگهه تي وڪڻندو هو، سي هن جي حياتي بچائڻ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيا هئا.



خانوهڻ، ۲۰- ڊسمبر ۱۹۴۴ع
سماهي مهراڻ: آڪٽوبر ۱۹۴۷ع

# ڏوهي بيڏوهي

هن ملڪ ۾ ٻه مذهب هئا. هڪڙو هو ڇٽي مذهب، جنهن جي مڃيندڙن جو تعداد ڪروڙن ۾ هو؛ ۽ ٻيو هو ٻٽي مذهب، جنهن جا پوئلڳ ٻه چار لک ماڻهو هئا.

هنن مذهبن وارا هڪ ٻئي جا جاني دشمن هئا، ۽ موقعي ملڻ تي هڪ ٻئي جو گلو ڪپڻ کان به نه مڙندا هئا.

هر مذهب وارو پاڻ کي حق تي ۽ ٻئي مذهب واري کي گمراهه سمجهندو هو. مذهبي ويڇن ڪري ئي هنن جا پاڻ ۾ جهڳڙا ٿيندا هئا، ۽ حد رتو ڇاڻ تي پهچندي هئي.

ڪجهه جي انبار کي چوچڙي لڳائڻ وارا، ۽ ٻرندڙ باهه تي گاسليٽ هارڻ وارا، انهن مذهبن جا اڳواڻ ئي هئا. مذهبي پيشوائن جو زندگيءَ جي مسئلن سان ته واسطو ئي ڪونه هو. هنن جي سوچ ويچار جو مرڪز اهوئي هو ته ڪيئن ٻئي مذهب جي گهٽتائي ڪري، پنهنجي مذهب واري ڪٽ خلق جي خوشنودي حاصل ڪجي.

مذهبي ڇڪتاڻ کي زنده رکڻ ۾ ئي هنن جي زندگي هئي. اهوئي ذريعو هو، هنن جو پاڻ کي اهميت ڏيڻ جو. ان واسطي هنن پيشوائن کي ڪا گهڻي محنت ۽ جفاڪشي به ڪرڻي ڪانه پوندي هئي. ماڻهو جذباتي ۽ جاهل هئا، ۽ مذهب جي نالي ۾ رت جو ڦڙو ڦڙو وهائڻ لاءِ بيتاب. هي مذهبي رهنما فقط ايترو ڪندا هئا، جو عبادت خانن ۾، جتي ماڻهو خودئي پوڄا جي غرض سان اچي ڪٺا ٿيندا هئا، اتي جوش ڀريون تقريرون ڪري، عوام کي غير مذهب وارن

جي خلاف ڀڙڪائيندا هئا. هو هنن کي پنهنجي وڏن جي ڪارنامن ۽ ابن ڏاڏن جي بهادريءَ جا هٿراڌو داستان ٻڌائي جوش ڏياريندا هئا. هو عوام کي ٻڌائيندا هئا ته ڪيئن نه هنن جي وڏن، غير مذهب وارن کي ٽوٽا ڇپايا ۽ هنن کي ناس ۽ نابود ڪرڻ خاطر، پنهنجيون حياتيون قربان ڪري ٻنهي جهانن ۾ سرخرو ٿي ويا.

هو ڪتاب پڻ لکندا هئا ۽ انهن ۾ به اهڙي قسم جون ڪهاڻيون ۽ فرضي قصا گهڙي عوام ۾ فساد جو روح ڦوڪيندا هئا.

ڪيتري عرصي کان وٺي، ڇٽي ۽ ٻٽي مذهب وارن جا پاڻ ۾ جهيڙا ۽ لڙايون هلنديون ٿي آيون. پر اها به حقيقت هئي ته انهن ۾ تباهه ۽ برباد ٿيندڙ مرندڙ ۽ ماريندڙ صرف عام ماڻهوئي هئا. اهي غريب ئي هئا، جيڪي قتل ٿيندا هئا ۽ جن جا ڪٽنب دربدر ٿيندا هئا. شاهوڪار ۽ تونگر ماڻهو ديوتائن کي راضي ڪرڻ ۽ ڌرم جي شيوا ڪرڻ لاءِ وڏيون وڏيون رقمون ڏيندا هئا ۽ بس.

اها به حقيقت هئي ته انهن فسادن ۾ ڪنهن به مذهبي اڳواڻ جو وار به ونگو ڪونه ٿيو هو.

انهيءَ ديس ۾ بک ۽ بيماري به هئي، غربت ۽ مهانگائي به هئي. سرمائيدار ۽ زميندار طبقي جو ظلم به هو. مگر اڄ ڏينهن تائين، ڪنهن به انهن خلاف آواز ڪونه اٿاريو هو. ڪٿي به اهو ستياگرهه ڪونه ٿيو ته هو پيٽ بکيا ۽ انگ اگهاڙا آهن، هنن کي روٽي ۽ روزگار کپي. ڪنهن به رشوت

۽ زميداري ظلم بند ڪرڻ لاءِ بغاوت جو آواز بلند نہ ڪيو. ڪنهن بہ ان لاءِ پنهنجي جان قربان نہ ڪئي تہ "اسين بہ انسان آهيون، ۽ اسين بہ سک ۽ آزاديءَ جي جيون گذارڻ ٿا چاهيون." جيتوڻيڪ هو غلام هئا ۽ ظلم ستم جي گهاڻي ۾ پيڙجي رهيا هئا.

دراصل اها بہ هنن کي مذهب جي تعليم هئي تہ شاهوڪار ۽ غريب بنائڻ وارا ديوتائون آهن، قسمت ۾ جو لکيو آهي، اهوئي ٿيندو، ان جي خلاف ڪجهہ ڪرڻ ديوتائن کي ناراض ڪري ٿو.

مذهبي مهندار بہ هنن کي اهوئي تاڪيد ڪندا هئا تہ ديوتائن کي غريب پيارا آهن. زميندارن ۽ دولتمندن سان ريس نہ ڪريو، انهن خلاف بغاوت ڪري امن ۾ رخنو نہ وجهو. حالانڪ ٻئي طرف اهي ئي اڳواڻ مذهبي اختلاف وڌائي، ملڪ ۾ صلح سلامتيءَ جا دروازا سدائين لاءِ بند ڪري رهيا هئا.

اهڙيءَ ريت، حياتيءَ جي مسئلن جي باري ۾، هو عوام کي صبر شڪر جي هدايت ڪندا رهندا هئا.

آقا هاشو، مُني مذهب جو وڏي ۾ وڏو روحاني رهبر هو. هزارين لکين دلين تي حڪمران هو. لکين ماڻهو هن جي اشاري جا منتظر رهندا هئا. آقا، ٻني مذهب جي ماڻهن کي ڏسي پيو ڪڙهندو هو تہ هي اتي ۾ لوڻ برابر تعداد ۾ بہ اسان جي پاڪ ڌرم جي بيحرمتي پيا ڪن. هن خيال ڪيو تہ ڇونہ ڪا اهڙي تجويز سوچجي، جو ٻني مذهب وارن جو هن سر زمين تان لڏو ئي پٽجي وڃي.

هن هڪ ڳجهي ٽولي تيار ڪئي هئا. سازش سٽي وئي ته ڪنهن مقرر ڏينهن تي مخالف مذهب جي سرڪردن کي قتل ڪيو وڃي. هن ٽوليءَ وارا پاڻ کي وڏا ڀاڳ وارا تصور ڪرڻ لڳا، ڇو ته هڪ ته هو آقا هاشوءَ جهڙي روحاني رهبر جو حڪم، ٻيو وري ديوتائن جي راضپي ۽ سورڳ جي لالچ.

آقا جو قول هو ته مذهب جي حفاظت ڪندي، جو فتح پائي ٿو، اهو "غازي" آهي، ۽ جو مري ٿو، اهو "شهيد". ٻنهي حالتن ۾ هو ديوتائن جي راضپي ۽ بهشت جو حقدار آهي.

هڪ ڏينهن اوچتو حملو ڪيو ويو. ٻئي مذهب جي ڪيترن ئي پيشوائن کي ماريو ويو. هنن به جوابي جنگ شروع ڪري ڏني. پوءِ ته باهه ڀڙڪندي وئي. ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ فساد ڦهلجي ويا.

معصوم ٻارن کي ماريو ٿي ويو، ڪمزور عورتن کي ڪُٺو ٿي ويو، عورتن جي عصمت ٽوڙي ٿي وئي. پر سيٺيون ۽ سرمائيدار، زميندار ۽ جاگيردار هر طرح محفوظ هئا.

آقا هاشوءَ جي گهر جي چوڌاري سوين چيلا چونڪي ڏئي رهيا هئا. هن کي ذري ذري جون خبرون پهچنديون هيون. هن پنهنجي جماعت جي "غازين" (جن مخالف مذهب جي ماڻهن جو گلو ڪپيو هو) کي مبارڪون ٿي ڏنيون ۽ "شهيدن" جي حق ۾ دعا ٿي گهري. پين کي هو همٿائي رهيو هو ته منڪرن کي ماري، ديوتائن جو راضپو حاصل ڪريو. هن مالي مدد جو به مڪمل انتظام ڪري ڇڏيو هو.

انهن فسادن ۾ آسمان جي اک ڇا ڇا نه ڏٺو !

ان ڏٺو : هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ هڪ معصوم ٻار ، جنهن کي ميري قاتل گنجي ۽ ڇڙي ٻهريل هئي ۽ جنهن جا پير اگهاڙا هئا، هن کي هڪ هٿ ۾ ڪتاب هو ۽ ٻئي هٿ ۾ جوئر جي ماني۽ جو سڪو ٽڪرو ، جو هو ڏاڍي حرص ۽ شوق مان کائيندو وڃي رهيو هو، شايد اسڪول ڏانهن؛ هن ۾ هڪ اهڙي معصوميت هئي ، جو فرشتا پڻ هن جي پوڄا ڪن . پر مخالف مذهب جي هڪ انسان .... انسان نه پر هڪ وحشي ، هن ابهم کي مٿي تي اهڙي لت هنئي ، جو ويچارو ٻار رڙ به ڪري ڪونه سگهيو، ڦٿڪي به ڪونه سگهيو.

آسمان جي اک ڏٺو : هڪ گهرو نوجوان ، جو شايد مزور هو . هن کي انن ڏهن ڄڻن ، جن جي هٿن ۾ لٺيون ۽ تلوارون هيون ، اچي گهيرو ڪيو . نوجوان ڏاڍيون آزيون نيزاريون ڪيون ته ”مون کي ٻه ننڍڙيون ڀينر آهن ۽ هڪ معصوم پاءُ آهي، مان هنن جو سڀ ڪجهه آهيان، منهنجي مرڻ کان پوءِ هو سڀ دربدر ٿي ويندا ، تباهه ٿي ويندا .“ پر هنن درندن ٺهڪ ڏنا ۽ هن کي ڏاڍو برو عذاب ڏئي ماريائون. هن جو عضوو عضوي کان جدا ڪري ڇڏيائون .

آسمان جي اک ڏٺو : هڪ کير پياڪ ٻار کي هن جي ماءُ سامهون قتل ڪيو ويو . ماءُ بيهوش ٿي ڪري پئي ۽ وري نه اٿي.

آسمان جي اک اڃا به گهڻو ڪجهه ڏٺو . ان اٿ مار

ڏني ، باهيون ڏنيون ، انسان جو عام قتل ڏٺو ، اڪيچار ڪٽنب دربدر ٿيندي ڏٺا.

هنن فسادن ۾ ١٥ هزار ماڻهو مئا ۽ لکين رپين جو مالي نقصان ٿيو.

ملڪ جون حالتون خراب ٿي ويون. بک ۽ بيروزگاري وڌي وئي. امن ۽ سلامتي ڪانه رهي. ڪنهن به پاڻ کي محفوظ نه ٿي سمجهيو. ماڻهو تنگ ٿي پيا. ان وحشانيت کي نندڻ لڳا. سڀني مذهبن جا عام ماڻهو يڪراءِ ٿي، انهن فسادن کي بند ڪرائڻ لاءِ حڪومت کان زوردار مطالبو ڪرڻ لڳا. ملڪ جي اخبارن پڻ نفرت ڦهلائيندڙ ۽ مجرمن خلاف سخت ڪاروائيءَ جو مطالبو ڪيو. سياسي ليڊرن جون صلح لاءِ اپيلون شايع ڪيون ويون.

ملڪ جي حڪومت آخر فسادن کي ٻنجو ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ڪيترائي ڏوهاري ۽ قاتل گرفتار ڪيا ويا. آقا هاشوءَ کي به هٿڪڙيون پهرايون ويون. مجرمن کي مختلف سزائون مليون پنجاهه کان زياده ڏوهارين کي ڦاسي جي سزا ٻڌائي وئي ۽ ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو.

پر جڏهن آقا هاشوءَ کي ڦاسيءَ جي سزا ٻڌائي وئي ، تڏهن ملڪ ۾ شور مچي ويو. ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جلسا ڪري ٺهراءَ پاس ڪيا ويا. امير خواهه غريب، زميندار توڙي هاري ڪامورا به ته عوام به ، سڀ هڪ آواز سان حڪومت تي زور بار آڻڻ لڳا ته:

”آقا هاشو بي قصور آهي ، فساد ٻين ڪيو ، خوني ٻيا

آهن ، آقا تہ ديوتائن جو سچو پوڄاري ، انسان ذات جو خيرخواه ، مذهبي تعصب کان دور ، سراپا نور ۽ نيڪيءَ جو مجسمو آهي . هن کي هڪدم بنا شرط شروط آزاد ڪيو وڃي !“



خانواهڻ ، ٢٨- مئي ١٩٥٣ع
فردوس : آڪٽوبر ١٩٥٧ع

# وڏيري جو وارث

ڳوٺ ۾ شادمانو هو. وڏيرو ڪبڙخان ڪٿو نه ٿي ڦڳو. ننڍي وڏي کي وڏا وڏا پاڪر پائي پڻي مليو. غريب غربي جي دل ڪولي مرحبا ٿي ڪيائين. مسڪين هاري، جن کي سدائين چڙٻون ڏئي ڳالهائيندو هو، انهن کي به اڄ کلي کيڪاري رهيو هو.

دهلن ۽ شرنائن جو شور فضا ۾ گونجي رهيو هو. ميهرخان ٻنون وڄائي رهيو هو، ۽ ٻه چار جوڳي مرلين مان سُرَ ڪڍي رهيا هئا. ناچڻيون به گهرايون ويون هيون ۽ ملاکڙي جو بندوبست پڻ هو.

وڏيري جي اوطاق تي عام دعوت هئي. سخاوت ۾ آمريڪا وارو ڏيکاءُ پڻي ڏنائين. خوب خير خيراتون ڏني رهيو هو. ناچڻين، منگڻهارن ۽ ڳائڻين تي دل گهريون گهورون پڻي ٿيون. ملهن تي به نوٽن جي ورکا ٿي رهي هئي.

ڊاڪٽر کي جا عزت ۽ جو شان مليو، ان کي ڏسڻ وارا رشڪ جي نگاهه سان ڏسڻ لڳا. هو وڏيري جي موڪليل صفا نئين موٽر ۾ اچي لٿو. هن جي وهڻ واسطي هڪ تمام قيمتي هنڌ وڇايو ويو هو. وهڻ شرط وڏيري هن جي ڳلي ۾ گينين جو هار پهرايو ۽ اعلان ڪيو ته اها نئين موٽر ڊاڪٽر صاحب کي سوکڙي ڪري ڏني ٿي وڃي.

وڏيري چار شاديون ڪيون هيون.

پهرين زال هن جي سوٽ هئي. ٻئي قوهه جوانيءَ ۾ هئا. وقت ڏاڍي عيش ۾ پڻي گذريو. پر ڏهه ورهيه لنگهي ويا، اولاد جي اميد پوري نه ٿي.

وڏيري کي فڪر ويڙهي ويو. مال ملڪيت جي هن وٽ ڪمي ڪانه هئي. ست پيڙهيون ويٺيون کائين. پر جي اولاد نه ٿو ٿئي ته پوءِ خاندان ئي ختم. ملڪيت جو وارث ته پيدا ٿيڻ کپي.

تعويذ ۽ ڦيٽا به ڪرايا ويا، جيئرن پيرن ۽ مماتي ولين جي درن تي به نذرانا ڏنا ويا، دعائون به پنيون ويون ۽ باسون به باسيون ويون. زال جو علاج ڪرائڻ ۾ به هن ڪين گهٽايو. پهرين ته ٻهراڙيءَ جي داين ۽ طبيبن جون سٽيون ڦڪيون آزمايون. پوءِ شهر جي وڏين وڏين ڊاڪٽرياڻين وٽ هزارين رپيا هارايائين. پر ٻار نه ٿيڻو هو سو نه ٿيو.

سنڌي عورت سان آخر هو ڪيستائين نباهي ٿي سگهيو. هن ٻي شاديءَ جو پهه پچايو.

ٻي زال به نڌي نيٺي هئي. تنهن شاديءَ سان اولاد جون نيون اميدون جاڳيون. ڇهه ست سال گذري ويا، پر گود خالي رهي. هن جي علاج تي به ڪافي دولت خرچ ڪئي ويئي.

آخر ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، هن ٽين شاديءَ جو اعلان ڪيو. وڏيرو ماڻهو هن لاءِ هزارين زالون، ٻلي ڪان ٻليون، رکيو هن جي اشاري جي دير هئي. ٽين زال جو به اهو حشر ٿيو، جيڪو پهرين ٻن جو. وڏيري کي زال ذات تي ڏاڍي چڙ ٿي آئي. زالن سان سختيءَ سان پيش اچڻ لڳو. راڄ ڀاڳ کي گهٽ وڌ ڳالهائڻ لڳو ته چوندي چوندي سنڌي عورتون تنا منهنجي مٿي ۾ هڻن.

وڏيري جي عمر پنجاهه کان چڙهي چڪي هئي. هو

صفا نااميد ٿي ويو هو. هن کي اهائي اڻ تڻ رهندي هئي ته ”مون کان پوءِ هيڏي ساري اناهه ملڪيت جو وارث پيدا نه ٿيو ته اها ڌارين جي هٿ چڙهي ويندي. منهنجو خاندان ٿي چٽ.“

نيٺ هن هڪ بار وري بخت آزمائيءَ جو خيال ٿيس. اسلام ڇئن زالن جي ته اجازت ڏني آهي. هو ٽي ڪري چڪو هو، باقي اڳو پوءِ چوٿين به ڪري ڏسجي. هن جاچي جوچي اهڙي ويڙهي مان ڇوڪري چونڊي، جنهن ۾ ڪابه عورت سنڍ ثابت نه ٿي هئي.

چوٿين شادي کي به ڇهه اٺ مهينا ٿي ويا، پر ڇاڙهو نظر ڪونه آيو. اتي ڪنهن سياڻي صلاح ڏنس ته ”ممڪن آهي ته وڏيرا صاحب، تو ۾ ڪو نقص هجي. ان ڪري شهر ۾ وڃي، ڪنهن ماهر ڊاڪٽر کان چڪاس ڪراءِ“

وڏيري جي دل کي به اها ڳالهه آئڙي. وڃي نڪتو ڊاڪٽر وٽ. مڪمل چڪاس ٿي. ڊاڪٽر هن کي نتيجي کان آگاهه ڪيو: وڏيري جي بدن ۾ ٻار پيدا ڪرڻ وارا جيوڙائي ڪونه هئا.

وڏيري علاج بابت پڇيو ۽ يقين ڏياريو ته خرچ ڪيترو به ايندو، هو ارهو نه ٿيندو. ڊاڪٽر ٻڌايس ته انهيءَ نقص جو علاج ذري گهٽ ناممڪن آهي، پر ڪوشش ڪري سگهجي ٿي، شايد ڪجهه ٿي پوي وڏيري کي ٻڏندڙ ماڻهوءَ وانگر ڪک جو سهارو به لک جو هو.

ڊاڪٽر هفتي ۾ ٻه ٻيرا سيون هڻندو هو ۽ مهيني ۾

ٻه پيرا مادي جو خوردبينيءَ سان معائنو ڪندو هو. في دل گهري ملندي هئس .

علاج کي ڇهه مهينا ٿي ويا هجن . هڪ ڏينهن وڏا وڏا قدم پريندو ۽ مرڪندو، وڏيرو ڊاڪٽروٽ آيو. اچڻ سان چيائين:

”ڊاڪٽر صاحب ، مبارڪ! توهان جون ڪوششون ڪامياب ٿيون . في الحال توهان لاءِ پوري مهنهن آندي اٿم، جا ٻاهر بيٺي آهي.“

وڏيري جي ڳالهه ٻڌي هو منجهي پيو. هن اجان اڳئين هفتي تپاس ڪئي هئي ۽ هن کي ذري جو به فرق نظر نه آيو هو. پوءِ مبارڪ جي نوبت ڪيئن آئي!

خوش خلقي ڏيکاريندي ، وڏيري کان پڇائين ، ”ڪهڙي بيگم“

وڏيري وراڻيو ”ننڍي ۾ ننڍي يعني ڇوٽين.“

وڏيري علاج جاري رکيو ، جئن مڪمل فائدو ٿئي . ڊاڪٽر به خاموشيءَ سان دوا ڏيندو رهيو ۽ چڪاس به ڪندو رهيو، پر هن جو ذهن خاموش نه هو .

اڄ وڏيري جي اُن وارث جي ڇٺي هئي.

هينئر به هن محفل جي شور شغل ۽ شاهاڻي پلنگ تي ويٺي ويٺي، ڊاڪٽر ساڳئي سوال تي سوچي رهيو هو . هن کي پنهنجي علم تي پورو ڀروسو هو. هو ان لاءِ قسم کڻڻ لاءِ تيار هو ته وڏيري جي جسم اندراولادپيداڪرڻ وارا جيوڙا نه منڍ ۾ هئا ۽ نه ان وقت هئا جنهن وقت هن جي زال کي اميد واري ٿي هئي ۽ نه اڄ تائين ٿيا هئا . اهڙي حالت ۾

هن جو پيءُ بنجڻ اڻ ٿيڻي آهي ۰ پر اها پروائي آهي ڪهڙي؟ وڏي ڳالهہ تہ وڏيري جون پهريون ٽيئي زالون اڃا تائين اهڙيون ويٺيون هيون جهڙيون اول هيون ۰

وچ محفل ۾ وڏيري کي اندر حويليءَ ۾ وڃڻ لاءِ ٽڪڙو سڏ ٿيو. جڏهن هو موٽي آيو تہ هن جو رنگ ئي ڦريل هو. هن جي منهن ۾ نرڙ جا گهنج وڌيڪ گهرا ٿي ويا هئا. هن جي چهري تي نہ اڳين رونق هئي نہ خوشي ، هن جون نگاهون زمين ۾ کتل هيون. سڀ ويٺل ان تبديليءَ تي حيران هئا. هنن جي دلين ۾ اهو سوال ضرور اٿيو تہ آخر اندر حويليءَ ۾ ڇا ٿيو ؟

وڏيري جو ڊرائيور، جو ڊاڪٽر کي واپس ڇڏڻ هليو، تنهن واٽ تي هن کي سموري ماجرا ٻڌائي: وڏيري جون زالون وڙهيون هيون . ڳوٺ ۾ نواز نالي هڪ ڇوڪرو هو. وڏيري جي ڇوٿين بيگم هن سان مڱيل هئي، پر پوءِ وڏيري هنن جي مرضيءَ خلاف زوريءَ هن سان شادي رچائي هئي.

وڏيري جي بيگمن کي ڪنهن نموني خبر پئجي وئي تہ ڇوٿين بيگم نواز سان ڦٿل آهي. نوڪريائين پنهنجي اکين سان ڏٺو هو. جڏهن هن کي اميدواري ٿي ۽ وڏيري جو هن تي پيار ۽ توجهہ تمام گهڻو وڌي ويو، تڏهن سڀ ٻهاڄون جلڻ لڳيون ۰ نواز واري قصي جي خبر تہ هين پر وڏيري جي ڊپ کان ٻاهر ٻاقڪيڻ جي همت نہ ٿين. پر پاڻ ۾ سازش سٽيندڙيون رهيون ۽ موقعي جي تلاش ۾ رهيون تہ ڪيئن ننڍي بيگم کي بدنام ڪجي ۽ وير وٺجي ۰

ان ڏينهن اوچتو هن ڳالهه ڦاٽ ڪاڏو، جئي واري وقتي تي وڏين بيڪمن نندي بيگم کي ظاهر ظهور طعنا ڏيڻ شروع ڪيا. ڳالهه وڌندي سخت جهڳڙي جي صورت اختيار ڪئي ۽ حويليءَ ۾ موجود گهوٽ جون سڀئي عورتون به ان راز مان واقف ٿي ويون.

پڇاڙيءَ ۾ ڊرائيور ڪلندي چيو ”سو سائين، گستاخي معاف ڪجو، توهان جي دوا ته ڪو اثر ڪونه ڏيکاريو، اصل علاج ڪرڻ وارو ته ٻيو ڪو هو.“

ڊاڪٽر مرڪي ڏنو.



لاڙڪاڻو، ١٠- آڪٽوبر ١٩٥٣ع
خادم وطن: ٢٥- آگسٽ ١٩٦٤ع

# ڦرين راتا، ڦرين ملاقات

هن جي ماءُ ڇوڪريءَ کي ٻه ٽي ڀيرا ڏسي چڪي هئي. هوءَ مطمئن ٿي نظر آئي. هن اڪبر کي هر نموني تسلي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي.

اڪبر پنهنجي پيءُ ماءُ سان شاديءَ جي مسئلي تي کلي دل سان خيالن جي ڏي وٺ ڪئي.

هن کي اهڙي زال کپندي هئي، جنهن ۾ ٻيا گڻ هجن يا نه پر هوءَ سهڻي ضرور هجي. هن صورت کي سڀ شئي کان سرس اهميت ٿي ڏني. هن جو چوڻ هو ته جيڪڏهن ڇوڪريءَ جون عادتون خراب آهن يا هوءَ بدتميز ۽ بدتهذيب آهي ته ان جي پرواهه نه آهي. اهي ڇيزون اهڙيون آهن، جن کي سڌاري سگهجي ٿو. عادتون مٽائي، تميز ۽ تهذيب سيکاري سگهجي ٿي. جي سگهڙ نه آهي ته سگهڙ پائي سيکاري سگهجي ٿي. هن کي يقين هو ته جنهن جوانڙيءَ وٽ سونهن سوڀيا ۽ دلربائيءَ جي دولت آهي، ان کي هو پنهنجي پيار سان گهڻو ڪجهه بڻائي سگهي ٿو. پر جيڪڏهن بدصورت عورت سان پلؤ اٽڪي ويو ته پوءِ ڇا ٿي سگهندو؟ بدصورتي ته هڪ لا علاج مرض آهي!

هو چوندو هو: "مان ٻيا سڀئي عيب نظر انداز ڪري سگهان ٿو، پر حسن جي ڪمي مون واسطي سهڻ کان ٻاهر آهي. سهڻي زال ته دنيا جي وڏي ۾ وڏي نعمت آهي."

هن ڇوڪريءَ جي خاندان ۽ مالي حالت بابت ڪابه دلچسپي ڪانه ڏيکاري. شاديءَ جي معاملي ۾ هن انهن ڇيزن کي غير ضروري ٿي سمجهيو.

ڪيترين ڇوڪرين ۽ عورتن کي ڏسندي ڏسندي، هن پنهنجي ٿيڻ واري ساٿ جو هڪ تصور قائم ڪري ڇڏيو هو "آءُ اهڙي ڇوڪريءَ سان شادي ڪندس جنهن جو قد ڊگهو، رنگ پورو، بدن سنهون، بيهڪ سهڻي، اکيون وڏيون، ڇاتي اپريل ۽ چهرو دلڪش ۽ مسڪراهٽن سان ڀرپور هوندو." هن دل ۾ فيصلو ڪري ڇڏيو هو.

جڏهن هن جي ماءُ ڇوڪري ڏسي آئي، تڏهن ورائي ورائي هو مٿين خوبين بابت هن کان پڇندو رهيو ماڻس به هن کي يقين ڏياريندي رهي ته "ڇوڪري سدا ملوڪ آهي تمام ڊگهي ته نه آهي پر قد پورو پنو اٿس، رنگ صاف، منهن موڪرو ۽ نڪ نقشا وڻندڙ."

هوءَ ته ڪنوار جي سڀاءَ مان نه پئي ڏاڍي پر اڪبر کي خاطري ٿي نه پئي ته: شادي حياتيءَ ۾ صرف هڪ پيرو ٿي ڪجي جيڪڏهن ڇوڪري منهنجي معيار مطابق حسين نه نڪتي ته پوءِ ته مون کي خودڪشي ڪرڻي پوندي پنهنجي تڙڦائيندڙ تمنائن ۽ خوبصورت آرزوئن جو انهي ريت خون آءُ ڪيئن برداشت ڪري سگهندس. اما ٿي ڪهڙو اعتبار هوءَ ته چاهي ٿي ته پٽ جو پرڻو اڄ ٿئي ته سڀاڻي پيو ڏينهن ٿئي. ممڪن آهي ته پنهنجي انهيءَ خواهش جي تڪڙي تڪميل جي شوق ۾ ٻين ڳالهين کي نظر انداز ڪري ڇڏي. اهڙي حالت ۾ ڇوڪريءَ جي خامي به هن کي خوبي نظر ايندي هوندي. تنهن کان سواءِ پوڙهي اما کي منهنجي جوان جذبن جو ڪهڙو اندازو.

جڏهن مائس ڇوڪريءَ جي مائٽن جي ڌن دولت جو ذڪر ڪرڻ لڳي ، تڏهن هن کي شڪ ٿيڻ لڳو ته متان اما شاهوڪار گهر تي هرڪجهي وڃي هجي ۽ ڇوڪريءَ جي شڪل صورت جي حقيقت لڪائيندي هجي . هنن پوڙهن تي ڪهڙو ڀروسو !

پيءُ کي چيائين، ”بابا، ڇا مان فقط هڪ پيرو به پنهنجي ٿيڻ واري زال کي ڏسي نه ٿو سگهان ؟“

پڻس جواب ڏنو ”پٽ، اهو ته ناممڪن آهي. اسان جي سوسائٽيءَ ايتري ترقي اڃا ڪانه ڪئي آهي .“

اڪبر پيچ تاب کائڻ لڳو. دل ئي دل ۾ چيائين: ڪهڙا نه بي پرواهه ۽ جاهل آهن اسان جا پيءُ ماءُ ، ۽ ڪيترو ظالم ۽ غير موزون آهي هي سماج . زندگي ڀر جو سوال آهي ۽ اسان کي رڳو هڪ پيرو به هڪ ٻئي کي ڏسڻ جو موقعو نه ٿا ڏين .

هن کي ياد آيو ته هن هڪ اخبار جي هڪ اشتهار کان متاثر ٿي، هڪ ڪتاب ، سٺ رپيا خرچ ڪري ۽ ڪيترين تڪليفن بعد، لنڊن مان گهرايو هو. پڙهڻ تي هن کي معلوم ٿيو ته اهو ڪتاب هن لاءِ صفا بيڪار ۽ فضول هو. ان تي هن ڪتاب جي مصنف ۽ مشتهر کي دل کولي گاريون ڏنيون هيون . هي رشتو به ته هن کي اشتهار تي ئي قبول ڪرڻو پوندو .

ڇوڪريءَ جي ڳولا ۾ هن جو هڪ سنگتي رهندو هو. ان کان پڇا ڪيائين، پر هو به ان کان وڌيڪ ٻڌائي نه

سگهيو ته ”چون ٿا ته ڇوڪري شڪل جي چڱي آهي.“
پر چڱي شڪل جو ته ڪو مطلب ئي ڪونهي. سڀڪنهن
جي پنهنجي پنهنجي پسند آهي. هڪ انسان هڪ جي نظر
۾ من موهڻ آهي ته ٻئي جي نگاهه ۾ ڪوجهو. انهيءَ معاملي
۾ ٻئي جي راءِ سان ٽڪراءُ ٿي نه ٿو سگهجي.

هن جي هر ڪر قائم رهي.

آخر پاڻ کي آٿت ڏنائين ته ماءُ منهنجي دشمن ته ڪانهي،
هوءَ به جهانديده آهي، ضرور دل من پڇي هوءِ ان ڇوڪريءَ
کي پنهنجي ننهن بنائڻ جو فيصلو ڪيو هونداڻن. منهنجا
ڀيڻ ماءُ به منهنجي پسند جو خيال نه رکندا ته ڀلا ٻيو ڪير
رکندو. هو ته هن تي هن پاڻهن لاءِ زور بار ڏئي رهيا هئا.

”ٻچڙا، جهڙي زال تون چاهين ٿو، ڇوڪري ان کان
به ٻه رتيون وڌيڪ آهي، گهٽ نه. سچ ٿي چوان ته ڪنوار
ڏسي اوڙو پاڙو ريس ڪندو.“ ماءُ چيو.

اڪبر پنهنجي قبوليت ڏئي ڇڏي. هن جو مڱڻو ٿيو.
گهر جون عورتون ۽ ٻار ڪنوار ڏسي آيا هئا. هن ڀاڄائيءَ،
ننڍي ڀاڻيتي ۽ ننڍڙي ڀيڻ کان، جدا جدا، ڪنوار جي جسم
۽ نڪ نقشي جي باري ۾ پڇا ڪئي. هرڪنهن چيو سٺي آهي.
پر اڪبر جي تسڪين مشڪل هئي. هن خيال ڪيو ته
ممڪن آهي ته مون واري ڪنوار ڪٿي سچ پچ بدشڪل ۽
بي ڏولي هجي، پر تڏهن به هينئر منهنجا مائٽ منهنجي دل
۾ رکڻ جي خيال کان مون سان هن جي ڪنهن به عيب جو
ذڪر نه ڪندا، خاص ڪري جڏهن رشتو طئي به ٿي
ويو آهي.

هن جي هر ڪر ۽ ٻيچيني ۾ ڪو فرق نہ آيو. ڪڏهن ڪڏهن تہ هن کي افسوس بہ ٿيڻ لڳندو هو تہ غلطي ڪري نڪڙ ۾ قبوليت ڏنم . گهڻ ۾ گهڻ مون جهڙي تعليم يافتہ کي اهڙي طريقي سان مڱڻي قبول ڪرڻ نہ گهرجي ها. اما جوا آهي، هڪ بدترين جوا. وقتي تہ وري اميد جا سونهري ڪرڻا بہ نظر ايندا هئس ۽ پاڻ کي تسلي ڏيندو هو تہ سيٺي جو چوڻ ٺا، منهنجي زال ضرور منهنجي خوشنما خوابن جو تعبير هوندي .

اها رات بہ آئي . اها گهڙي بہ آئي. هن پنهنجي ڪنوار کي پهريون ڀيرو ڏٺو هو. ڪوڙلي جهڙي ڪاري تہ ڪانہ هئي، پر هن جو رنگ ڪارائڻ ڏي مائل ضرور هو. هن جي بندري قد ۾ قدرت ڪنهن گمان جي گنجائش ئي ڪانہ ڇڏي هئي. ڪنوار جو منهن بي نقاب ڪرڻ تي، هن کي، هن جو نڪ اهڙو نمايان نظر آيو، جو هڪدم هن جي اڏو اخبارن جي ڪارٽونن جا نڪ نچڻ لڳا. انهيءَ نڪ ٽارپيڊو بنجي، هن جي جيون جي جهاز کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. ڪنوار جو چهرو هن کي بيحد بدنما لڳو.

هن جا سپنا ٽٽي پيا ۽ خيالن جي دنيا لٽجي وئي .

هن دل ئي دل ۾ چيو ”اما، تون انڌي آهين!“



جام شورو، ١- مارچ ١٩٥٥ع

فلمي دنيا : مي ١٩٥٨ع

# شاگرد جو قتل

هو اسپتال ۾ رهڻ کان انڪار ڪرڻ لڳو.

مون کي هن جي ضد جو ڪو ظاهري سبب ڏسڻ ۾ ڪونه آيو. هو مشڪل سان ڳالهائي ٿي سگهيو ۽ ڳالهائڻ جي وچ وچ ۾ پنهنجي سڪل چپن تي زبان ٿي ڦيريائين. ڏاڍو ضعيف ۽ زرد ٿي نظر آيو، اکيون ڏرا ڏئي ويون هئس ۽ هن تي نيم بيهوشيءَ جي حالت ڇانيل هئي. هن جي مٿي جا وار اڏيا ۽ ڪنڊڙيل، ڇهري تي ڏاڙهيءَ جو ڊيڀ اسريل، منهن تي تڪليف کان وڌيڪ فڪر جا اهڃاڻ، پيڙا کان سرس پريشاني.

هٿ لڳائڻ تي هن جا عضوا تاندن وانگر ٻرندي لڳا. هن کي مدي جو تپ هو.

هن جي گهڙيءَ گهڙيءَ مون ڏانهن گهورڻ ڪري، مون هن جي نيڻن ۾ ڇتائي ڏٺو. انهن نماڻن ۽ نٻل نيڻن ۾ ڇا هو!.... التجا؟ بي آرامي؟ بيوسيءَ خوف؟ هراس؟

تپ تپاسڻيءَ ۾ هن جو تپ ڏسندي، سندس ساٿين کي چيم ”هن کي اسپتال ۾ داخل ڪرايو. هتي رهڻ سان ئي هن جو ٺيڪ علاج ٿي سگهندو.“

مريض چيو ”نه ڊاڪٽر صاحب! مان هتي رهي ڪونه سگهندس. مون کي ڪا اهڙي دوا ڏيو جو اڄ جو اڄ بخار ٽٽي پوي، مان هيئنر ئي هاسٽل واپس ويندس.“

”تنهنجو اسپتال ۾ رهي علاج ڪرائڻ ڏاڍو ضرور آهي.“

”سائين .... سائين! مان ڏاڍو لاچار آهيان، مان توهان کي ڪيئن سمجهايان ....“

هن جي نيل نڻن جون پورڙيون ڇنڀيون، ماڪ ۾ پنل ڪڻڪ جي سنگ جي ٻجن وانگر ڀُسي ويون.

”ادل نون اسپتال ۾ رهڻ کان ڇو ٿو گهبرائين. مڙيئي خير آهي، جلدي نونبو ٿي ويندين.“ مون هن کي آٿت ڏنو.

”سائين امتحان ۾ باقي ٻه هفتا آهن، مون کي پڙهڻو آهي.“ هن جي ڇنڀڻن جي ماڪ، لار ٿي نڪتي.

هو انجنيريءَ جو شاگرد هو، ۽ هن جو هي پويون امتحان هو. هن سان گڏ آيل دوستن کان معلوم ٿيم ته تيز تپ جي حالت ۾ به پڙهندو ۽ محنت ڪندو رهيو آهي. ايتري قدر جو اسپتال مان دوا وٺڻ به نه آيو ته اهو وقت به ڇو ضايع ٿئي.

شاگردن لاءِ هي وقت ڏاڍو نازڪ هوندو آهي. ساري سال جي قسمت جو فيصلو امتحان واري هفتي ۾ ئي ٿيندو آهي. ان ڪري هنن واسطي سال جي پڇاڙيءَ وارا ڏينهن ڏاڍا اهم هوندا آهن. پورن ٻارهن مهينن جي ڪاميابيءَ جو مدار، هن وقت جي محنت ۽ مطالعي تي هوندو آهي.

هو به اول ڪٽس کي نظرانداز ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. پهرين ڏينهن ڪنبندو ۽ ڪنجهندو رهيو. پر ٻارهين بجي رات کان اڳ پڙهڻ جي پچر نه ڇڏيائين. ٻيو ڏينهن پڻ سارو وقت ڪتابن ۾ گم رهيو. بخار ته ساندهه رهندو پئي آيس، ۽ جيئن پوءِ تيئن ان ۾ شدت ايندي ويس.

نيٺ جڏهن غنودگيءَ جي حالت طاري ٿيس ۽ وقلڻ لڳو تڏهن سندس دوست اسپتال ۾ ڪڻائي آيس. هينئر به هُو اسپتال ۾ رهڻ لاءِ راضي نه هو.

هن حالت ۾ هن کي جسماني خواهه دماغي آرام ۽ ناپير جي ضرورت هئي. گهمڻ ڦرڻ يا ذهني پريشاني يا دماغي ڪم، هن جي حياتي خطري ۾ وجهي سگهيا ٿي.

ڪجهه سمجهائي، ڪجهه دم دلاسو ڏيئي ۽ ڪجهه مجبور ڪري، هن کي وارڊ ۾ داخل ڪرايو ويو.

واپس ويندڙ سنگتين کي هو حسرت سان ڏسي رهيو هو، جڻ ته موڪل جو گهنڊ وڳو هو، ٻيا شاگرد گهرن ڏانهن ٿي ويا، پر سبق ڪچي هئڻ ڪري ماستر سزا طور هن جي موڪل بند ڪري، هن کي ڪلاس ۾ روڪي رکيو هو.

رات جو آءٌ هن کي ڏسڻ ويس. ان وقت هن کي تمام تيز بخار هو. هو پنهنجي هوش حواس ۾ نه هو. ڏٺم ته ڪي ڪتاب ۽ نوٽبڪ هن جي وهاڻي هيٺان پيا هئا، جي شايد هن جي ڪنهن هم ڪلاسيءَ هن جي منٿ مِڙ ڪرڻ تي آڻي ڪيس ڏنا.

هو وقلي به رهيو هو: ”مان ضرور پاس ٿيندس .... مان اسپتال ۾ ڪونه رهندس .... هتي آءٌ ڪيئن پڙهي سگهندس.... ٿيئري آف اسٽر ڪچر ڏاڍي ڏکي آهي .... واٽر سپلاءِ اينڊ ڊرينج به پڙهڻي اٿم.... اريگيشن جو چيپٽر اڃا ۾ ڇڏيو اٿم....

بابا ڏسو ڊاڪٽر مون کي ڪڏهن ويهاريو آهي .... ڏسو ٻيا سڀ امتحان هال ۾ لکي رهيا آهن ...."

ٻئي ڏينهن صبح جو، جنهن وقت هن جو ٽيمپريچر قدري گهٽ هو، ان وقت نرس کي چيائين "سسٽر، مان هاڻي ٺيڪ آهيان، ۽ واپس هاسٽل ويندس."

نرس هن کي سمجهائيندي چيو "تون ڪافي ڪمزور آهين، تو کي هلڻ چلڻ نه گهرجي، ٽيمپريچر به اڃا آهي."

پر هو ضد ڪرڻ لڳو ته ضرور ويندس. مون کي سڏايو ويو. منهنجي به نه ٻڌو مڃي. آخر ٻن ڏينهن جو پورو بيماري ڇڏيم ته هن کي هٿ تان اٿڻ نه ڏين. هو وري ڪتاب کولي پڙهڻ لڳو، پر ريهي رهيو آهي پڻ هن جي قبضي مان ڇڏايا ويا.

ان جي ٽئين ڏينهن تي هو اسپتال مان غائب ٿي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هن پنهنجي هڪ گهري دوست کي آزي نيزاري ڪئي ته "هاڻي مان پاڻ کي گهڻو بهتر ٿو محسوس ڪريان. تون مون کي هاسٽل وٺي هل. آءٌ واعدو ٿو ڪريان ته اتي ڪتاب کي هٿ ڪونه لڳائيندس. تون وڏي آواز سان پڙهجان ۽ ته آءٌ رڳو ٻڌندس. اهڙي طرح منهنجو به دور ٿيندو رهندو."

هن جو دوست، هن جي ڳالهائڻ جي طريقي ۽ نمائين نظرن کان ڏاڍو متاثر ٿيو. هن تي ڪهل اچي وئي. ٽانگو وٺي آيو ۽ ٻن کان نظر بچائي، هن کي سهارو ڏيئي، وارڊ مان ٻاهر ڪڍي ويو.

حقيقت هيءَ هئي تہ ان حالت ۾ بيمار کي ناڙي ڇوڙ ۽ جهنگ جو خيال بہ بستري تي ليٽندي ليٽندي ڪرڻو هو، ڪٿي رهيو بند ڪرڻ، ڏاڪڻ لهڻ ۽ ٽانگي جا لوڏا! ان ڪري آئين جي ڦٽ ڦاٽ جو انديشو رهيو. هو پنهنجي پيرن تي نہ پر مٿي تي ٻانڌ کي کهاڙو هڻي رهيو هو. هو هڪ سال بچائڻ جي فڪر ۾، زندگيءَ جي خاتمي جو سامان پيدا ڪري رهيو هو....

مون کي خيال آيو: "هڪ شاگرد، جو ڪنهن حادثي ڪري، يا اوچتي بيمار ٿي پوڻ سبب، يا پروگرام وغيره جي غلط فهميءَ جو شڪار ٿي، يا گاڏي گسي وڃڻ ڪارڻ امتحان ۾ حاضر ٿي نٿو سگهي، سڄو امتحان تہ پري رهيو پر رڳو هڪ پيپر ۾ نہ وهڻ ڪري بہ هو ناپاس ٿي پوي ٿو، پوءِ ڀلي تہ ساروسال ڪلاس ۾ باقاعدي حاضر رهيو هجي، ذهين هجي ۽ سدائين ايمانداريءَ سان محنت ڪئي هجيس!"

ٻن ڏينهن کان پوءِ هن کي وري اسپتال ڪٺائي آيا. صفا بيهوش هو. هيئنر، هو جيئرو جنازو نظر اچي رهيو هو. سرءُ جي سڪل پنن جهڙو رنگ. بي رونق ۽ بي رنگ چهرو، سڪل سڙيل ۽ بيحس بدن. هڏن مٿان چمڙي چڙهيل هئي ۽ بس.

امتحان جي ڀوت هن جي دل ۽ دماغ کي بيڪار بنائي ڇڏيو هو. ڪتابن هن جو رت پي ڇڏيو هو؛ اکر وڇون ۽ واسينگ بنجي هن جي نس نس ۾ زهر ڀري چڪا هئا. هن جي چهري تي مون کي اهو ڀيانڪ پاڇو نظر اچي رهيو هو جو مرندڙ انسانن ۾ ڏسندو رهيو آهيان.

حياتيءَ ۽ موت جي ڪشمڪش جاري رهي. هو وقفي وقفي سان
بہ هو. اهوئي تہ ”بابا ، مان امتحان ۾ ضرور ويهندس .... بابا
مان امتحان ۾ ضرور پاس ٿيندس!“

آنڊي جا زخم ڦاٽي چڪا هئا. پيٽ ۾ رات اڃا رهيو
هو، ۽ پيٽ بري طرح ڦوڪجي ويو هوس. آپريشن جي
لائق بہ ڪونہ هو. ڪابہ دوا ۽ تدبير ڪارگر نٿي ٿي. بيمار
جي حالت بدتر ٿيندي ويئي.

هڪ ڏينهن پرهہ ڦٽيءَ مهل مون کي وارڊ ۾ سڏ ٿيو.
شاگرد پوين پساهن ۾ هو.

سانتيڪي ۽ اداس وارڊ ۾، هن جي کٽ جي پاسي ۾
وارڊ بواءِ، نرس ۽ ٻہ ٽي مريض بيٺا هئا. صبح جو امتحان
ٿيڻو هو، ان ڪري هن جي هم ڪلاسين ۽ جگري دوستن
مان ڪوبہ اتي موجود ڪونہ هو. انهن مان تہ پوين ٻن ڏينهن
۾ ڪوبہ هن جي سار سنڀال لهڻ ڪونہ آيو هو. هن جو ڪو
مائٽ مٽ بہ ڪونہ آيو هو. شايد امتحان جي مصروفيت
ڪري ، هن جي ڪنهن بہ سنگتيءَ هن جي والدين کي
بيماريءَ جو اطلاع ڪونہ موڪليو هو. ان ڪري ڪوبہ
هن خاطر ڏاڍيءَ درد ڀري دعاگهرڻ وارو ڪونہ هو تہ ”منهنجي
ٻچي جي بيماري مون کي ملي ۽ هو جواني ماڻي!“

نرس، وارڊ بواءِ ۽ ساٿي مريضن جي اکين ۾ ڳوڙها هئا.
مون نرس کي ، هن کي ڪورامن جي سئي هڻڻ
لاءِ چيو.

هن جي وهاڻي هيٺان ڪتاب ڏسي ، مون کي روحاني

صدمو پهتو. اهي ڪتاب ٿي ته هن نو عمر ۽ امنگن سان ڀرپور شاگرد جا خوني آهن! هو ڪتابن جي بوجي هيٺ دٻجي ۽ چيپاٽجي ويو هو.... پر نه، ڪتاب ڪنهن جي موت آڻي نٿا سگهن... تڏهن هن مضبوط ارادي جي مالڪ ۽ باهمت نوجوان جو قاتل ڪير آهي؟

وهاڻي هيٺان ڪتاب، هٽائيندي، انهن مان هڪڙو اڌ ڪليل خط ڪري پيو. مون اهو پڙهي ڏٺو. هن جي پيءُ وٽان هو.

هن طرح هو:

”پيارا پٽ! تنهنجي امتحان ۾ باقي ڪي ڏينهن وڃي بچيا آهن. اميد ته تون خوب محنت ڪندو هوندين. ڌڻي توکي ڪاميابي عطا ڪندو. توکي هي ٻه چار جملا هڪ بار وري اهو ياد ڏيارڻ لاءِ لکي رهيو آهيان ته توکي هن سال ضرور پاس ٿيڻو آهي. توکي ته خبر آهي ته ڪهڙين حالتن هيٺ آءٌ تنهنجي تعليم جاري رکي سگهيو آهيان. سالن جا سال پنهنجي ڪٽنب کي پيٽ پٽ سان ٻڌي ۽ چنل قاتل چوڙي گذارڻو پيو، پر توکي ضرورت جي رقم موڪليندو رهيس.

”گذريل سال، جڏهن مون کي پينشن تي لهڻو پيو، تڏهن مون وٽ هڪڙي ڪاري ڪوڏي به بچيل ڪانه هئي. انهيءَ وقت کان وٺي توکي پڙهائڻ ۽ گهر جي خرچ پکي هلائڻ واسطي مون کي قرض کڻڻو پيو. هيل تائين ٻه هزار کن اڌارا وٺي چڪو آهيان. قرض صرف انهيءَ آسري کنيم ته تنهنجو ٻيو سال آهي ۽ پوءِ تون نوڪريءَ تي چڙهندين،

خدا گهريو ته گنج ٿي پوندا ۽ سڀ تڪليفون دور ٿي پونديون.

”پينشن جا مون کي اسي رپيا در ماهه ملندي، اها به سال ٿي ويو، پر اڃا منظور ڪانه ٿي آهي. آفيس ۾ اهڙو اونڌ ڌونڌ لڳو پيو آهي، جو ان جي منظوريءَ ۾ اڃا به ٿي سال لڳي وڃن ته شڪ نه آهي.

”ڪين ڪمن ڪارڻ واسطي به پئسن جي ضرورت پوندي جيئن ته تنهنجي ڀيڻ جي شادي، جاءِ جي مرمت، گهر جو خرچ وغيره. تنهنجو ڀاءُ به هن سال هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيندو، هن کي به هاڻي پيسا ڏيڻا پوندا. پٽ، هاڻي اهي هڙئي بار توتي آهن. اسان جي ڪٽنب جون تو ۾ ئي اکيون آهن.

”دل لائي پڙهندو رهجانءِ امتحان پورو ٿئي ته هڪدم ڳوٺ هليو اچجانءِ. سيني کي تنهنجي سڪ لڳي آهي. تنهنجي ننڍي ڀيڻ توکي ڏاڍو ياد ڪندي آهي. هن لاءِ وانديڪو وٺي اچجانءِ....

مون مريض طرف نهاريو، ۽ ڀاڳمرادو منهنجو هٿ هن جي نبض تي پهتو .... هو پري پهچي چڪو هو تمام پري!



چام شورو، ١٨- مارچ ١٩٥٥ع
ٽماهي مهراڻ: ٣- ١٩٧٣ع

# ڇيلو

ڊاڪٽر پنهنجي پراڻي مريض کي سڃاڻڻ ۾ دير ڪانه ڪئي. ويهن ورهين جو سڪل ۽ سنهڙو ڇوڪرو، رنگ ڪارو جهڙو دانگيءَ جو ترو، بدن بيحد گدلو. ائين ٿي ڏسڻ ۾ آيو ته هن کي جڻ وقت دائيءَ جو وهنجاريو هو، ان کانپوءِ هن وري وهنجڻ جي غلطي نه ڪئي هئي. هُن جا ڪپڙا به جڻ جسم تي آيا هئا، ڇڻ بدن تان لهڻ جي بيوفائي نه ڪئي هئائون. اهي نه لٿا هئا ۽ نه ڌوتا هئا. ڪپڙا نه وڳو ميرا هئا، پر هنڌان هنڌان ڦاٽل ۽ ليڙون ٿيل پڻ. هن جو مٿو اگهاڙو، وار وڌيل ۽ اٽيا هئا، ۽ پير جتيءَ کان محروم هئا. هن جي ڪپڙن، بت ۽ وات مان نڪ ساڙيندڙ بدبوءِ اچي رهي هئي. هو انسان نه، پر گندگيءَ جو ڍير هو.

هو ٻه ٽي ڀيرا اول به هن اسپتال ۾ رهي ويو هو. پهرين دفعي دستن جي بيماريءَ ڪري ; هڪ گهورازڙ، جنهن جو هوڪو هو ته "جو ڪائي سو به پڇتائي، جو نه ڪائي سو به پڇتائي!" تنهن ڪنا ۽ ڦٽل انب آڻي ۾ چار ٽي وڪيا. ڪلوءَ کي ڏاڍو حرص ٿيو، ۽ ڇڻ آني جا سورنهن انب وٺي، هڪ ئي وقت هڙپ ڪري ڇڏيائين. ان سانجهيءَ جو اچي گهمرا ٿيس. سڄي رات هل هلان هئي. صبح جو ڪنهن واٽهڙوءَ کي رحم آيو، جنهن هن کي کڻي، سول اسپتال تائين پهچايو. هو ڏهه ڏينهن کن اسپتال ۾ رهايو ويو.

ٻئي ڀيري مليريا جي سخت حملي ڪري، اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. سڪر پلا مڇرن جو گهر، وري هن کي

سمهڻو ٿيندو هو ڪيل ميدان ۾ ۽ ڪني پاڻيءَ جي ڪسيين پرسان. سو مڇر به پراڻو پٽ سمجهي پيا پٽيندا هئس. ٿورو گهڻو بخار ته پيو واري سان ٿيندو هوس، پر ان دفعي صفا نازڪ حالت تي وڃي هئس.

ڪلوءَ جڏهن کان هوش سنڀاليو، هو هڪ واپاري سيٺ وٽ نوڪر هو. سيٺ وٽان معلوم ٿيس ته هن جا پيءُ ماءُ به هن وٽ نوڪر هئا. هڪڙو ڪچڙو گهرڙو، جنهن ۾ هو رهندا هئا، اهو هڪ ڀيري بارش ۾ ڪري پيو. ان حادثي ۾ هن جا پيءُ ماءُ ٻئي دبجي مري ويا. مگر ڪلو، جو ان وقت پنجن سالن جو هو بچي ويو.

جڏهن هن جي عمر چوڏهن سال هئي، تڏهن هو سخت بيمار ٿي پيو. سيٺ به پاڻ تان بار لاهي، هن کي سرڪاري اسپتال ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو. اتي هو موت ۽ حياتيءَ جي درميان ڪجهه مهينا پيو رهيو. ڪوبه هن جي سار سنڀال لهڻ ڪونه آيو. جڏهن اسپتال مان نڪتو ۽ سيٺ وٽ ويو، تڏهن هن نوڪري ڏيڻ کان صفا انڪار ڪري ڇڏيس، ڇو ته سيٺ اول ئي هن جي جڳهه تي ٻيو نوڪر رکي ڇڏيو هو، ۽ ٻيو ته ڪلو ڏاڍو ڏٻرو ٿي ويو هو ۽ گهڻي ڪم ڪرڻ جي لائق نه هو.

هن ٻين هنڌن تي پڻ هٿ پير هنيا، پر ڪوبه سگهي وانگر ڪٿي به قبول ڪونه پيو. ڪيس ڪيترائي ڏينهن بکون ڪاٽڻيون پيون. نيٺ هن پنڌ شروع ڪيو ۽ پنڌ ڪندو پنڌ ڪندو ڪراچيءَ کان سکر پهتو.

هتي هو ٻيڪ پنندو هو، ۽ وقتي اسٽيشن تي هلڪو ملڪو بار ملي ويندو هوس، ته مزوري پڻ ڪندو هو. نه مائٽ نه يار، نه مددگار، گرمي سردي، مڇر مکيون، بک بيروزگاري ۽ ٻيا اڪيچار اهڙا هن جا دشمن هئا، جن سان هن کي اڪيلي سر مقابلو ڪرڻو پوندو هو، هن جي اڪثر هار به ٿيندي هئي.

هو جيل به ڪاٽي چڪو هو.

هڪ ڏينهن بک بيحد هلاڪ ڪيس. نه هٿ ۾ ڪو پئسو هوس، ۽ نه ٻين سان ڪو ڳيو ٽڪر مليس. سو هڪ حلوائي جي دڪان تي پيٽ ڏسي، دڪاندار ڪان نظر بچائي، مٺائيءَ جي مٺ ڀري وٺي ڀڳو. ماڻهن ڏسي ورتس ۽ پڪڙي پوليس جي حوالي ڪيائونس، ٻه مهينا جيل جي سزا مليس.

ٻئي دفعي دڪان تان قميص چورايائين. پڪڙجي پيو ۽ ٽئين دفعي هڪ اجهو ڇوڪريءَ جي ڪنن مان سونيون واليون لاهيندي پڪڙي وڌائونس.

ڪڏهن ڪڏهن رات جو بيگاهه وقت تي آواره گردي ڪندي، پوليس شڪي حالت ۾ گهمڻ جي الزام ۾ گرفتار ڪري هن کي ڪاٺ ۾ وجهندي هئي.

هڪ لڳا رستي ويندي موٽر هن جي مٿان چڙهي ويئي ڪاٻي چنگهه جو هڏو ڀڄي پيس. ٽي مهينا ڪن اسپتال ۾ علاج لاءِ داخل رهيو. هن حادثي ڪري حياتيءَ ڀر لاءِ منڊو ٿي پيو.

اڄ انتهائي سرد رات هئي، ڪي مزور هن کي ڪٺي آيا هئا. هو هڪ پراڻي ۽ ڦاٽل فراسيءَ ۾ ويڙهيل هو. بيهوش

هو. هن جا لڳ ڀڳ ٽي ٻريا، ۽ هو تڪڙو ساهه کڻي رهيو هو. هن سان گڏ آيل فقط ايترو ٻڌائي سگهيا ته هن کي معصوم شاهه جي مناري پرسان ان حالت ۾ ڏٺو ويو هو.

هن کي وارڊ ۾ داخل ڪيو ويو. هو چڙهي ته پيو پر ٽن هفتن جي ڊگهي عرصي کان پوءِ مس مس وڃي چڙڻ جهڙو ٿيو. ٻه هفتا پيا ٻه گذريا. هاڻي هو گهڻو بهتر هو ۽ گهمڻ ڦرڻ به لڳو هو.

هڪڙي ڏينهن چڪر ڏيندي ڊاڪٽر چيس: ”ڪلاوءِ، هاڻي توکي موڪل آهي، ڀلي وڃ!“ ڊاڪٽر کي احساس ئي ڪونه ٿيو ته ڄڻ ته هن جج بڻجي، ڪلوءَ کي ڪاري پاڻيءَ جي سزا جو فيصلو ٻڌايو هو.

هن چيو: ”پر سائين، مان اڃان پوريءَ طرح چاق نه ٿو آهيان ڪنگهه به آهي، پاسي، ۾ ٿورو سور به رهي ٿو ۽ ضعيف به ڏاڍو ٿي ويو آهيان.“

هيئنر ڊاڪٽر هن ڏي غور سان نهاريو. ڪلوءَ جو چهرو مرجهائجي ويو هو، ۽ هن جي نيڻن ۾ غم ۽ نا اميديءَ جا بادل پرجي آيا هئا.

ڊاڪٽر، اخلاق جو معصوم شاهه جي مناري جيڏو اوچو ۽ دل جو سنڌو درياءَ جهڙو ڪشادو هو. هن محسوس ڪيو ته ڪلوءَ کي اسپتال ۾ رهائڻ گهرجي ۽ هن کي ڊسچارج ڪونه ڪيائين.

ٻئي ڏينهن هو وڏيڪ بيمار ٿي پيو. وري ڪٽس ٿي پيس ۽ ڪنگهه ۾ واڌارو ٿي پيو، پر ترت ئي هن جي حالت

تسلي بخش ٿي وڃي، دم ۽ دلاسي سان زياده ۽ دوا دارون سان گهٽ.

جنهن وقت ڊاڪٽر ڪونه هوندو هو، ان وقت هو خوش ۽ کلندي نظر ايندو هو. هيڏانهن هوڏانهن گهمندو ڦرندو هو. ٻين بيمارن سان ڪچهريون ڪندو هو. بستري داخل بيمارن سان ذاتي همدردي ڪندو هو: هنن کي وقت تي دوا جي اچر پيارڻ، پاڻي ڏيڻ، مٿي ۽ ٽنگن کي زور ڏيڻ آرام پهچائڻ، پان ٻيڙي يا چانهن وٺي اچڻ، ڳالهيون ٻولهيون ڪري سندن دليون وندرائڻ، ڪو مريض نازڪ حالت ۾ هوندو هو ته هن جي ڪٽ جي ڀرسان ويٺو هوندو هو ۽ هر ڪا ٿهل ٽڪور ۽ سهائتا ڪرڻ لاءِ خوشي ۽ ڦڙتائيءَ سان تيار رهندو هو.

هوند وارا مريض هن کي ڪيسي خرچي ڏيندا هئا، سگريٽ ٻيڙي پياريندا هئا، ڪي بيمار مائٽن جي آندل کاڌي مان هن کي کارائيندا هئا.

هو نرسن جي به مدد ڪندو هو. جڏهن هو بيمارن کي سيون هڻڻ يا ٽمپريچر ڏسڻ لاءِ هڪ بستري کان پوءِ ٻئي بستري ڏي وينديون هيون، تڏهن هو هنن جي سامان جي ٿالهي کڻي، پٺيان پٺيان هلندو هو. جڏهن هو بيمارن جو هٿ منهن ڌوئارڻ ۽ پوءِ صابڻ سان صفا ڪرڻ لاءِ اينديون هيون، تڏهن هي صابڻ، ٽوال، گينديءَ ۽ جڳ کڻي هلندو هو. ان ڪري مريض هن کي چرچي طور ”نرس جو نائب“ ڪري ڪوٺيندا هئا، ۽ هو ان تي ڏاڍو خوش ٿيندو هو.

اسپتال جا وارڊ بواءِ وري هن کي ڌڪيون ڏيئي، هن کان ڪم وٺندا هئا ، جهڙوڪ: پائيءَ جا ڍلا پري اڇڻ ، ڪٽيون ڪٽڻ، هنڌن بسترن جي چند ڦوڪ، چادرون ۽ ڇوون بدلائڻ ، شيشيون ڌوئڻ وغيره. هن کي اهي ڌڪيون ڏيندا هئا ته ڊاڪٽر کي چوندا سون ته هي هاڻي چڱو ڀلو آهي، ان ڪري هن کي اسپتال مان روانو ڪيو ويچي.

ساٿي بيمارن کي پنهنجا تجربا پڻ ٻڌائيندو هو:

”مان جيلن ۾ به رهيو آهيان ۽ اسپتالن ۾ به، ٻنهي هنڌ کاڌو پيتو، ڪپڙا ۽ اجهو آهي. پر اسپتال ۾ وڌيڪ آرام آهي. هتي رهڻ واسطي صاف سٿرا ۽ ڪشادا ڪمرا آهن. سمهڻ لاءِ نرم ۽ گرم بسترا آهن، پر جيلن ۾ آهن اونداها ڪمرا، سمهڻ سخت زمين تي آهي ۽ ڪاڪوس ڏاڍا گندا آهن. هتي اسپتالن ۾ ڪم ڪرڻو ڪونه ٿو پوي، سپاهين جو مار موچڙو به ڪونهي، کاڌو پڻ بهتر ملي ٿو ۽ آزادي آهي.“

هو پنهنجي تجربن کي فلسفيانو رنگ ڏيئي چوندو هو:

”مان جيلن ۾ چڱا ڏينهن گذاريا آهن ۽ اسپتالن ۾ به ڪجهه عرصو رهڻو پيو آهي. ٻنهي هنڌن ڪيترين ئي هڪ جهڙيون ڳالهيون آهن. ٻنهي هنڌ خاص ڪپڙا پائڻ لاءِ ڏنا وڃن ٿا. جيل ۾ جيلن وارا ڪپڙا ۽ اسپتال ۾ بيمارن وارا ڪپڙا، ٻنهي هنڌن ملاقاتين تي پابنديون هونديون آهن، ۽ پنهنجن کان پري رکيو ويندو آهي، ۽ خاص وقتن تي پاس ملڻ سان ئي ٻاهريان ماڻهو اندر اچي سگهن ٿا. ٻنهي هنڌن مان ماڻهو جٺرو ٻاهر نڪري سگهي ٿو ۽ هن جو لاش به

نڪري سگهي ٿو. اسپتال ۾ علاج ڪرائيندڙ ماڻهو بيماريءَ جي ڪري مري سگهي ٿو، ۽ قيديءَ کي ڦاسيءَ جي سزا ملي سگهي ٿي، ۽ پوءِ هن جو لاش ڏي اڻان ماڻهن کي ملندو. ٻنهي هنڌن عذاب ۽ پيڙا ڏني وڃي ٿي. جيل ۾، قيديءَ کي ٿوري گهٽ قصور تي سپاهي سخت سزائون ڏيندا آهن، اهڙيون جو ڏسي نه سگهجن. هتي علاج جي نالي ۾ ماس ۾ سيون ٽنبيون وڃن ٿيون، آپريشن جي چمرڦاڙ ڪئي وڃي ٿي، ٽڪا ڏنا وڃن ٿا، ڪَڙيون دوائون پياريون وڃن ٿيون، ان ڪري ٻنهي جاين تي اڪثر ڪري درد جون دانهون ۽ ڪوڪون اڀرنديون رهن ٿيون!"

هو نرسن ڏي اشارو ڪري، اک ڀڃي چوندو هو "باقي هتي جيڪي هي سفيد حورون آهن، سي جيل جي دوزخ ۾ ڪونه آهن!"

اهڙين ڳالهين ڪري هو وارڊ جي بيمارن ۾ هردلعزيز بڻجي ويو هو.

جڏهن ڊاڪٽر جي اچڻ جي مهل ٿيندي هئي، تڏهن ڪروٽ بدلائي ٿي پوندو هو ۽ اهڙيءَ ريت ڪنجهندو هو، ڄڻ ته سخت سور اٿس.

جنهن وقت ڊاڪٽر پڇندو هوس: "ڏي خبر ڪيئن آهين؟" ان جي جواب ۾ طوطي وانگر اسٽ بڌائيندو هو، جيئن هوٽل جو بيرو، هڪ ئي ساهيءَ ۾، کاڌن جا نالا ٻڌائي ويندو آهي.

"سائين، سڄي بت ۾ سخت سور اٿم، اڄ ته پيٽ ۾

وڪڙ پيا پون ، ساري رات ڪنڌون ڪنڌون ڪندي ڪاٽي اٿم، هڪ منٽ بہ ننڊ ڪانہ آئي، متو پيو ڦري قبضي بہ ٿي پئي اٿم ....“

هن کي اٿين چوندو ٻڌي، پر وارا مريض مرڪڻ لڳندا هئا. ڊاڪٽر سڀڪجهہ پاڻپي ويو هو پر هو اخلاق جو معصوم شاهہ جو منارو ۽ دل جو سنڌو درياهہ هو.

هڪ شام تي چڪر ڏيندي ، ڊاڪٽر نرس کي چيو:

”سسٽر، سڀاڻي صبح جو ڪلوءَ کي ڊسچارج ڪيو وڃي ۽ چار آپريشن جا ڪيس ضرور داخل ڪرڻا آهن ۽ بسترا خالي ناهن.“

ٻئي ڏينهن پرهہ ڦٽيءَ مهل وارڊ بواءِ اچي ڊاڪٽر کي جاڳايو. ڪلوءَ جي حالت خراب هئي.

هو بيهوش هو ۽ وڦلي رهيو هو ۽ ساهہ ڏاڍي تڪليف سان کڄي رهيو هوس.

ڊاڪٽر ڏٺو تہ هن جو ٽمپريچر ١٠٥ ڊگريون هو، ٻئي ڦڦڙ نمونيا جو شڪار ٿي چڪا هئا.

ڊاڪٽر حيران هو تہ راتو رات ۾ ڪيئن ائين ٿي ويو.... پر پر وارن مريضن کي خبر هئي تہ ڪلو وچ سياري واري سخت سرديءَ هوندي بہ رات جو کليل هوا ۾ ٿڌي پاڻيءَ سان وهنتو هو.

آدم جنت مان نہ نڪرڻ لاءِ نئون حيلو هلايو هو.



چام شورو، ٢- اپريل ١٩٥٥ع
ٽماهي مهراڻ: ١- ١٩٧٤ع

## ڏاڙهيءَ ۾ ڪڪ

هن کي سزا ڪائيندو ڏسڻ لاءِ هزارن جو هجوم اچي ڪٺو ٿيو هو. سڀني کي ڏاڙهيون هيون: چندبيل، ڦوڪيل، ڦٽي ڏنل ڏاڙهيون.

احمد خان ڪمپائونڊر جو نوجوان پٽ بيمار ٿي پيو. ڊاڪٽرن چيو ته مدي جو تپ اٿس. ڪلورو مائسٽين دوا کان سواءِ چاڙهو ڪونه هو.

ڪلورو مائسٽين جي اڻاٺ هئي. بليڪ مارڪيٽ ۾ به ڏاڍي مشڪل سان ٿي ملي. احمد خان ان حقيقت کان بي خبر نه هو ته هيءَ دوا حاصل ڪرڻ ست سمنڊ پار ڪرڻ برابر هو. هو دوائن جي اسٽور جو انچارج هو ۽ هن کي معلوم هو ته اها دوا اسپتال ۾ موجود ڪانهي. هن سول سرجن کي عرض ڪيو. سول سرجن دڪاندار ڏانهن اسپتال جي ڪنڌي اها دوا ڏيڻ لاءِ آرڊر موڪليو. ظاهر آهي ته دڪاندار کي ان حالت ۾ ڪنٽرول واري قيمت ملي ها. ان ڪري هن سچي نه ڪئي. ماڻهو موٽي آيو.

احمد خان کي صلاح ملي ته خانگي طرح تلاش ڪري، ۽ ڪجهه پيسا وڌيڪ ڏيڻ تي شايد اها دوا ملي وڃي. ٻه چار دڪاندار هن جا واقف هئا. هن ڪيترائي دفعا هنن جا ڪم ڪيا هئا. انهن کي وڃي منٿ ميڙ ڪيائين. پر هو قسم کڻي ويا ته ان دوا جي هڪ ٽڪي به اسان وٽ ڪانهي.

هو ڏاڍو فڪرمند ٿي پيو. هن جي پٽ جي حالت بگڙندي ٿي وئي. هن پنهنجي هڪ دوست کي دوا جي ڳولا

۾ موڪليو. هن هٽي وڃي ڇنڊ ڪئي. هڪ دڪاندار ٻڌائڪ جي اڳهه تي دوا ڏيڻ قبول ڪئي. دوا جي شيشي جي رواجي قيمت ارڙهن رپيا هئي، پر هن دڪاندار ٽيهه تي گهريا. گهٽ ۾ گهٽ ٻن شيشين جي ضرورت هئي. احمدخان وٽ ايترا پيسا ڪٿان آيا. هن جي پگهار هئي اسي رپيا ۽ ڪاڏي وارا هئا ست ڄڻا. هو منجهي پيو ته ڇا ڪرڻ گهرجي. خيال ڪيائين ته ڏينهن ۾ ڏسان، شايد بخار ٽٽي پوي. ڊاڪٽر جي مشوري سان مڪسچر ۽ ٻيون دوائون ڏيندو رهيو. ٻه ڏينهن ٻيا به گذري ويا. مريض جي حالت هيٺي ٿيندي ٿي وئي. ٻيو ڪو چارو نه ڏسي، سنگتين وٽان ٽي سٺ رپيا ڪٺا ڪيائين.

هن جو دوست ان دڪاندار وٽ ويو. هن جواب ڏنس ته رهيل کهيل ڪلوروومائسٽين به ختم ٿي وئي.

وري ڪئين سر ڪوشش ڪئي وئي، پر دوا نه ملڻي هئي سا نه ملي. ڪمپائونڊر جا ڇهه ڇهه پيا. هو پنهنجي جگر جي ٽڪر جي حياتي هٿن مان ويندي ڏسي، هنجون هارڻ لڳو.

انهيءَ ڏينهن ئي اسپتال ۾ هن کي معلوم ٿيو ته ڪليڪٽر جي زال به مدي جي بخار ۾ مبتلا آهي. حالتن جي مدنظر هڪ ڊاڪٽر، هڪ صوبيدار ۽ ٻه سپاهي ڪلورو مائسٽين حاصل ڪرڻ لاءِ نڪتا. هو دوا وٺي آيا.

ڪلورو مائسٽين احمد خان جي حوالي ڪندي، ڊاڪٽر هن کي هدايت ڪئي ته ٻين دوائن سان گڏ اها به استعمال جي ترڪيب وغيره سمجهائي، پهچوالي هٿ ڪليڪٽر ڏانهن موڪلي ڏئي.

احمد خان کي پنهنجي پٽ جو آب حيات هٿ ۾ هو، هن سر تريءَ تي رکي، اهو تڳائڻ جو پڪو ارادو ڪيو. ان وقت هو ٻيو ڪجهه سوچي به نه ٿي سگهيو. هن ٻيون دوائون ته پنهوالي کي ڏنيون، پر اها دوا پاڻ وٽ رکي ڇڏيائين.

ٻن چئن ڪلاڪن اندر ئي هن جي چوري ظاهر ٿي پئي. هڪدم هن کي گلي کان ڪٺي پڪڙيائون. هن گهٽوئي ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ عذر ٻهانا ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر بيسود، تلاشي ورتي وئي ۽ هن جي گهر مان اهو آبِ حيات هٿ ڪيو ويو.

پوڙهي احمد خان کي پوليس چوريءَ جي الزام ۾ پڪڙي ڪاٺ ۾ وڌو. ڪيس هليو ۽ فتوا ملي ته هن جو ڪابو هٿ ڪٽيو وڃي.

هن کي پنهنجي پياري پٽ جي موت جي خبر به پهتي. هو قيد جي ڪوٺڙيءَ ۾ گهڻو ڪجهه سوچڻ لڳو: آخر مون کي سزا ڇو ٿي ڏني وڃي؟ ڇا واقعي ئي مون اهو جرم جو ڪم ڪيو؟ هو اهو ته پڇن ئي ڪونه ٿا ته مون ائين ڇو ڪيو؟ منهنجي پٽ جا خوني، دوائن جي چور بازاري ڪندڙ ته اڄ به آزاد گهمي رهيا آهن ۽ ڏينهان ڏينهن ساوا ٿيندا وڃن. مون مجبور ٿي ۽ پٽ جي حياتي بچائڻ خاطر دوا لڪائي ته اسان جي اسلامي حڪومت مون کي ڪهڙي نه سخت سزا ڏئي رهي آهي. منهنجو هٿ ڪپيو ويو ته پوءِ مان دوائون ڪيئن ڏاهي سگهندس، ڪمپائونڊريءَ جي لائق ڪٿي رهندس، پوءِ ته مون کي نوڪريءَ کان به جواب

ملندو . منهنجا ٻچا ته ٻڪ مرندا . مان مزوري به ڪري ڪونه سگهندس. هڪ غريب، جو مفلسي، بک ۽ بيروزگاريءَ کان مجبور ٿي چوري ڪري ٿو، تنهن جا آقي باقي هٿ به ڪپيا وڃن ته پوءِ هو ڪٿان پيٽ پريندو ۽ ٻار ٻچا پاليندو؟ هٿ پير ته غريب جي زندگي آهن . سزا جو مقصد ته ”سڌارڻ“ هئڻ گهرجي ۽ نه ”ڪارڻ“ . علاج ته ان سبب جو به ٿيڻ گهرجي ، جنهن ڏوهاريءَ کي اهو ڏوهه ڪرڻ تي لاچار ڪيو.

هن کي ياد اچي ويو ته هن جي ڪٽنب وارا، هن جي جيل ۾ اچڻ بعد، ڏايا ڏکيا ڏينهن ڪاٽي رهيا آهن. ڪمائڻ وارو ته فقط هي هو. ٻيهت ڪٿان آئي جو اهڙي وقت ڪم اچي ها. هن جي زال ، زيور ۽ گهر جو ٻيو سامان وڪڻي خرچ هلائي رهي هئي. ٻارن هڪ ويلو ڪاڍو ته ٻه ويلا بکون پئي ڪاڍن. هو ويچارڻ لڳو ته ٻلا منهنجن ٻارن ٻچن ڪهڙو ڪناهه ڪيو آهي ، جو هنن کي اهڙي سخت سزا ملي رهي آهي. هو پيٽ بکيا ٿا رهن، تن تي پورو ڪپڙو ڪونه اٿن ، پڙهڻ ڪرڻ وارو هنن کان ڇني جدا ڪيو ويو آهي ، ڪو اوهي واهي ڪونه اٿن. سمجهو ڪٿي ته آءٌ مجرم آهيان، پر منهنجي گهر وارن ڇا ڪيو آهي؟ منهنجن هنن ڪيچڻ کان پوءِ به ته هر ڏکيا ٿيندا، مان هنن جي ڪهڙيءَ ريت پرگهور لهي سگهندس؟ منهنجا معصوم ٻار نه پوري تربيت حاصل ڪري سگهندا ۽ نه پوري تعليم پرائي سگهندا. هنن جي سڄي زندگيءَ جي ستيا ناس! پر آخر

ڪهڙي جرم ۾؟ منهنجي وفادار ۽ سچار زال ڪي هيئر جيڪو اُتو سٺو ٽڪر ملو ٿي، ان ڪان به هوءَ محروم رهندي. آخر هن ويچاريءَ ڪهڙي چوري ڪئي، ڪنهن جو ڇا بگاڙيو؟

آخر سزا وارو ڏينهن به آيو. دن کي سزا ڪائيندو ڏسڻ لاءِ هزارن جو هجوم اچي ڪٺو ٿيو هو. سپني کي ڏاڙهيون هيون: ڇنڊيل، ڦڪيل، ڦٽي ڏنل ڏاڙهيون. هن جا چهرا ٻهڪي رهيا هئا ته دنيا جو بهترين قانون عملي صورت ۾ هنن جي سامهون هو. هو خدا جي شان جا نغما ڳائي رهيا هئا، جنهن هنن کي اهڙي حڪومت عطا ڪئي هئي.

جڏهن ڄلاد هن جي هٿ وڍڻ واسطي ڪهاڙي مٿي ڪئي، تڏهن ئي احمد خان جي وات مان زور سان دل ڏاريندڙ رڙ نڪري ويئي ۽ هو سجاڳ ٿي پيو. رڙ ٻڌي، گهر جا ڀاتي ڇرڪ ڀري اٿيا ۽ ڀڄندا هن جي کٽ وٽ آيا. هو پگهر سان شل هو، هن جو بدن ڏڪي رهيو هو، هو اکيون ڦاڙي خالي ۽ خوف ڀريل نظرن سان ماڻهن کي گهورڻ لڳو. پر سنت ئي هوش حواس ۾ اچي ويو. تنهن جا نشا ٽٽي پيس.

ماڻهن مان ڪنهن پڇيس: ”خير ته آهي، تو ايڏي رڙ ڇو ڪئي؟“

هن پنهنجي چوڌاري نظر ڦيرائي ورائيو ”هڪ خوفناڪ خواب ڏسي رهيو هوس.“

حقيقت هيءَ هئي ته احمد خان ڪمپائونڊر ان رات ئي مسجد ۾ مولويءَ جي زباني اسلامي نظام جون

خوبيون بڌي آيو هو. مولويءَ چور ۽ زانيءَ جي سزائن جو ذڪر به ڪيو هو. هو پاڻ اسپتال مان دوائون چوري ڪري وڪڻندو رهندو هو. اهي ئي ڳالهيون سوچيندي سوچيندي، هو سمهي پيو هو ۽ ننڊ ۾ به اهڙو سپنو ڏٺائين.

هينئر اهو محسوس ڪري ته سڀ ڪجهه صرف سپنو هو، هن سامت جو ساهه کنيو.



چام شورو، ٤- آگسٽ ١٩٥٥ع
ماهوار هلال پاڪستان: ڊسمبر ١٩٥٨ع

# ڪڙاڻ

هو چوڻ لڳو ”مان ميمڻ محلي ۾ رهندو آهيان، جتي ميمڻ مسجد آهي. هيءَ ڪاٺياواڙي ميمڻ سيٺين تعمير ڪرائي هئي. هنن دل کولي هن چڱي ڪم ۾ چندا ڏنا. ان دولت مان چندا، جيڪا هنن چور بازار ۾ ڪمائي هئي. مولويءَ هنن کي ان جا ٻه فائدا ٻڌايا هئا. هڪ ته ڪجهه حصو نيڪ ڪم ۾ ڏيڻ ڪري هنن جي باقي بيشمار دولت هنن لاءِ پاڪ ۽ حلال ٿي ويندي. ٻيو فائدو هي هو ته هنن ديندار بندن ”خدا جو گهر“ بنائي، لامڪان خدا واسطي مڪان مهيا ڪيو هو، جنهن جي عيوض خدا هنن کي جنت ۾ عاليشان محل الاٽ ڪندو. ان کان بهتر تجارت ٻي ڪهڙي ٿي سگهي ٿي؟ دنيا جي سرخروئي ته آخرت جي به ڪاميابي!“

هن جي لهجي ۾ طنز ۽ غصو هو. مون کي بعد ۾ معلوم ٿيو ته منهنجي هن دوست، ڊاڪٽر اختر، جي هن تلخيءَ جو ڪارڻ ڇا آهي؟

هو اٺ ڪلاڪ بيمارن جي درميان ڪم ڪري، منجهند جو ٿڪو ٿڪو گهر اچي آرام ڪرڻ لاءِ ليٽندو هو. اڃا اک مس لڳندي هئس ته بانگ جو بلند آواز گونجي اٿندو هو. هن جي ننڊ ڦٽي پوندي هئي، ۽ ان کان پوءِ هو ننڊ ڪري نه سگهندو هو. رات جو به دير دير تائين مولوي، لائوڊ اسپيڪر تي وعظ ڪندو رهندو هو، روا‎جي طرح نوين ڏهين بجي تائين ۽ جمعي رات يا اسلامي ڏينهن تي اڌ اڌ رات تائين سويل صبح ٿيو، ڇاڪاڻ هن کي ساري ننڊ هوندي هئي ۽

کو خوابن جي حسين دنيا ۾ مدهوش، ان وقت وري اھڙئي لائوڊ اسپيڪر تي بانگ جو آواز هن جي ننڊ ڦٽائي، هن جي طبيعت خراب ڪري ڇڏيندو هو.

گهڻا ڪندي ڪندي، هن جو چهرو ڪاوڙ کان لعل ٿي ويندو هو. چوندو هو: ”هنن ملن کي اهو به خيال نه ٿو پوي ته پاڙي ۾ ڪو بيمار هوندو، جنهن کي درد ۽ پيڙا ۾ ڦٽڪندي مس مس ننڊ آئي هوندي، ڪو شاگرد هوندو، جو امتحان ويجهو هجڻ ڪري پنهنجي دل ۽ دماغ ڪتاب ۾ لڳائڻ ۾ رڌل هوندو، ڪو مزور ڏينهن جو ڏهه ڪلاڪ گڏهه وانگر ڪم ڪري، ان وقت ڏکن ۽ تڪليفن جي دنيا کان چند ڪلاڪ دور، ننڊ جي آغوش ۾ آرامي هوندو، ۽ ٻيا به اهڙا انسان انهن لائوڊ اسپيڪرن ڪري ڪيئن نه پريشان ٿيندا هوندا.“

هو اهين به چوندو هو ته ”پاڪستان کان اڳ مسجدن ۾ لائوڊ اسپيڪرن جو نالو نشان به ڪونه هوندو هو. اهي ئي ملا، جيڪي اڄ گاهه ڦاڙي ڦاڙي لائوڊ اسپيڪرن تي حديث ۽ قرآن پڙهي رهيا آهن، سا ڳيائي اڳ لائوڊ اسپيڪر تي قرآن ۽ حديث جو هڪ لفظ به واتان ڪڍڻ حرام سمجهندا هئا. رات جو ٻارهين بجي کان پوءِ هوٽلن ۾ ريڊيا ۽ لائوڊ اسپيڪر استعمال ڪرڻ جي قانوني منع آهي، پر هي انهن قانونن جي گرفت کان به ٻاهر آهن.“

مسجدن ۾ ڏينهن وعظ ۽ تقريرون اڪثر ٿينديون هيون. ٿينديون نه هيون، پر ٿيون پونديون هيون، ڇو ته لائوڊ اسپيڪرن

ڪري آسپاس وارن گهرن ۾، ڪنن ۾ ڪپهه وجهڻ جي باوجود به زوردار آواز پئي ٻڌبو هو.

”انهن تقريرن ۾ ڇا هوندو آهي؟“ اختر چيو ”اهي آسماني ڳالهيون جن جو جهڙن جاڳندڙن انسانن جي مسئلن سان ڪو واسطو ڪونه هوندو آهي.“

اهي هئا خيال ڊاڪٽر اختر جا. هو ايتري قدر ته بيزار ٿي پيو هو، جو پنهنجا اهي خيال ۽ تلخي عام ماڻهن آڏو به ظاهر ڪري ڏيندو هو. ان ڪري ڪن ڪٽر ماڻهن هن سان بدتميزي ڪئي هئي ۽ ڪن ڌمڪيون ڏنيون هيون.

حج جي رات هئي. مولوين جا وعظ ۽ مولود فضا ۾ گونجي رهيا هئا. اختر نوين بجي ڪلاڪ کان ئي بيقراريءَ مان پاسا ورائي رهيو هو. سخت چڙ اچي رهي هئس، ۽ بيوس هو. تقريرن ۾ قربانيءَ ۽ حج جون برڪتون بيان ٿي رهيون هيون ۽ هو سوچي رهيو هو: حج جي موقعي تي اڪثر وچڙندڙ بيماريون ڦهلجن ٿيون. ڪيترائي انسان اُتي مرن ۽ گرميءَ جي جهولن جو شڪار بڻجن ٿا. صرف پاڪستان مان ڏهه هزار ماڻهو هر سال حج تي وڃن ٿا. جيڪڏهن سراسري في ماڻهو هڪ هزار روپيا خرچ ٿيندو وڃي ته مجموعي ٿيا ٽي ڪروڙ روپيا. تنهن کان سواءِ رسالي ”علوم اسلام“ جي تخميني مطابق قربانيءَ جي جانورن تي هڪ ڏينهن ۾ دنيا جا مسلمان اٽڪل ڏهه ڪروڙ روپيا خرچ ڪن ٿا. اهو خرچ آخر ڇا لاءِ ڪيو ٿو وڃي؟ حج جو مقصد ڇا آهي؟ بس ڪي رسمون آهن جي پوريون ڪيون ٿيون وڃن....

جانورن جو ٻليدان ڏيڻ، پٿر کي شيطان سڏي پٿر هڻڻ، ۽ پٿر کي آسماني چيز سمجهي چمڻ. جي ٻين مذهبن وارا اهڙو ٻليدان ڏين يا پٿرن کي هستي سمجهن ته اهي ٿيا ڪافر ۽ جهنمي، باقي هي ٿيا حق تي!.... قرباني انهيءَ لاءِ آهي ته ملا ڪاوڻ وڪڻي جاوا ڪن، ۽ حج ان واسطي آهي ته حاجي سون، واچون ۽ بوسڪي سمگل ڪري پيٽا پيسا ڪمائين. وري اهو سرٽيفڪيٽ به ملين ٿو ته "توهان جا اڳيان گناهه مڙئي معاف ٿي ويا ۽ توهين هاڻي ماءُ پيٽان ڄاول ٻار وانگر معصوم آهيو." ان سند جي سهاري گهڻا حاجي ٻيڻيون بي ايمانيون ۽ بدمعاشيون شروع ڪري ٿا ڏين.

هن دل ۾ چيو: ايڏي وڏي رقم هوند صحيح نموني استعمال ڪئي وڃي ته جيڪر اسان جا وڏا مسئلا حل ٿي وڃن.

ان جي سوچ ويچار ۽ ٻرو ٻلو ٻڌڻ ڪو اثر ڪونه ڏيکاريو. ملان جو آواز بلند کان بلند تر ٿيندو ويو. ڏهه وڳا. هن کي پڪ هئي ته هڪ بي ٻجي کان اڳ هي قصو ختم نه ٿيندو.

وقت ڪيئن ڪاٽجي؟ هن کي ياد آيو ته اڄ شڪيلا نائيٽ ڊيوٽيءَ تي آهي. هوءَ نرس هئي. جڏهن اختر سان پهرين ڀيرو واقف ٿيس، تڏهن هروڀرو به هن کي چوڻ لڳي ته "نرسون ڪريل اخلاق ڪري بدنام آهن، اهو ان ڪري جو اهو پيشو صرف ڪرستان ڇوڪريون ڪنديون هيون، هاڻي مسلمان ڇوڪريون به ان ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي

آهي ۽ اميد ته جلدئي اهو بدناميءَ جو داغ هن ڌنڌي تان ڌوپي ويندو.“

اها ڳالهه ٻڌي اختر مشڪيو هو. پوءِ جئن هوءَ هن ڏانهن جهڪندي وئي ۽ هن سان راهه رسم وڌائيندي رهي تڏهن به هو مشڪندو رهيو.

اختر کي شڪيلا پسند هئي. هن کي هن جو ڀولائنو ۽ خوبصورت جسم ڏاڍو وڻندو هو. هو هن جو قرب حاصل ڪري بيحد مسرت محسوس ڪندو هو. ڪجهه ڏينهن کان هو هن سان تنهائيءَ ۾ ملڻ جي موقعي جو منتظر هو.

سرجيڪل وارڊ ۾ سڀ مريض ساڻت پيا سمهيا. جهڪي روشنيءَ ۾ ڪن بيمارن جي ڪونگهرن جو آواز ڏاڍو پُراسرار لڳي رهيو هو. هو وارڊ سان لڳهي، نرس واري ڪمري ۾ گهڙيو. اوچتو اختر کي ڏسي، شڪيلا ٻهار ٻهار ٿي وئي. هوءَ مرڪڻ لڳي ۽ هن جا چپ جنبش ۾ اچي ويا.

رات جو ڪم ته گهٽو ڪونه هوندو هو، البت وقت گذارڻ مشڪل هو. ڪجهه سيرن هئيون هيون، ڪنهن مريض کي ڪا ٿوري گهڻي تڪليف ٿي پوي ته هن کي دوا جو وزن پيارڻو هو، يا سخت تڪليف جي حالت ۾ ڊاڪٽر کي اطلاع ڏيڻو هو، ۽ رات جو ڪو مريض داخل ٿئي ته هن جي بستري وغيره جو بندوبست ڪرڻو هو. ڪرسيءَ تي ويٺي ويٺي ڪجهه ننڊ ڪري وٺندي هئي، يا سڄيئي اُٺندي هئي ته ڪو ناول پڙهندي رهندي هئي. هينئر به هڪ جاسوسي ڪتاب هن جي پرسان پيو هو.

”هلو ڊاڪٽر، اڄ ڪيئن اڪري پيا.“

”مُلن جو اچي مَڪو مٺو آهي، ننڊ ئي حرام ڪري ڇڏين. ان ڪري سگهڻ جي تلاش ۾ هتي آيو آهيان.“

”تون ڪڏهن ڪڏهن الائي ڪهڙيون ڳالهيون ڪندو آهين، منهنجي ته سمجهه ۾ ئي ڪونه اچن.“ ائين چوندي هوءَ هن جي ويجهو آئي ۽ هن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتائين. ٻئي هو آمهون سامهون ڪرسين تي ويهي رهيا.

هو ڳالهيون ڪندا رهيا. شڪيله بجليءَ جي چلهي تي چانهه تيار ڪئي. ڪمري ۾ هلڪن ٿڌڪن جون ڏڪيون وچنديون رهيون. پر واري وارڊ جون ٻه نرسون ڪچهري ڪرڻ آيون. چانهه جو ٻيو دور چالو ٿيو. ٿڌڪن ۾ اضافو ٿي ويو. اختر هينئر پوري موج ۾ هو.

اڌ منو ڪلاڪ ترسي هو واپس ويون.

هڪ وڳو، اختر چيو ”هاڻي مان وڃان ٿو.“

پر شڪيله هن کي روڪي وهاريو. خود اختر جي دل به اٿڻ تي ڪانه ٿي ٿي.

گردي ۾ پٿريءَ واري بيمار کي درد جو ڏورو اٿيو. هو ميڇيءَ وانگر تڙڦڻ لڳو. هن جون رڙيون ٻڌي شڪيله هن وٽ آئي. ڊيوٽيءَ واري ڊاڪٽر کي سڏائڻ جو ضرور ڪونه هو. اختر ويٺو هو. هن چڪاس ڪري سئي لڳائي. ٻنهي ڄڻن مريض کي آٿت ڏنو. هن کي جلدئي آرام اچي ويو. هو ٻنهي کي دعائون ڪندو ورِي ننڊ جي گود ۾ پهچي ويو.

بيمار کي درد کان ڇوٽڪارو ڏيڻ ۽ آرام پهچائڻ مان

ڊاڪٽر اختر کي سدائين روحاني خوشي حاصل ٿيندي هئي. هينئر به مريض کي آرام پائيندو ڏسي، هن جي منهن تي سرهائيءَ جو سوجهرو ڇانئجي ويو.

شڪيلا کلي چيو "ڏسو، توهان جي هن گهڙيءَ هتي هجڻ ڪري، بيمار کي فوري امداد ملي وئي. جي توهان نه هجو ها ته وارڊ بواءِ ڊاڪٽر هاشم، جو اڄ رات ڊيوٽيءَ تي آهي، تنهن کي سڏڻ وڃي ها، هن کي جاڳائي ها. اها ته خبر اٿو ته ڊاڪٽر هاشم ڪيڏو نه ٿوٽي آهي. ننڊ مان اٿڻ ۾ الاهي دير ونڊو، اکيون مهٽيندو، اوٻاسيون ڏيندو، ڪُرڪندو، ٻڙ ٻڙ ڪندو، پوءِ وري ڪافي دير غسلخاني ۾ ويندو، تنهن کان پوءِ ٿلندو ٿلندو وارڊ ڏي ايندو ۽ اچي بيمار کي ڏسندو. يعني ان ۾ هو پورو ڪلاڪ لڳائي ها، تيستائين هي مريض اڇلندو پڇندو ۽ تڙڦندو رهي ها. توهان هن کي ڪيڏي نه پڙا کان بچائي ورتو، ڪيترو نه ثواب ٿيو هوندو توهان کي."

"گهٽ ۾ گهٽ حج ڪرڻ جيترو ثواب ته مليو هوندو"

"ان ۾ ڪهڙو شڪ آهي."

رات گهڻي گذري چڪي هئي. هرطرف خاموشي هئي. ٻاهر ورانڊي ۾ فرش تي هڪ وارڊ بواءِ ۽ ڀنگي ستا پيا هئا.

مريضن جي ننڊ گهري ٿيندي وئي، پر هن جوڙي جا جوان جذبا بيدار ٿيندا ويا. هو هڪ ٻئي جي قريب ٿيندا ويا، تمام قريب.

جنهن وقت هو واپس گهر پهتو، ان وقت ٽي وڄي چڪا هئا.

عمارت جي پٺان چوڪيدار دڙڪو ليندي پڇيو "صاحب اڄ ايترو دير تائين ڪٿي ويا هئا؟"

اختر هن ڏي گهوري، جواب ڏنو: "حج ڪرڻ!"

چوڪيدار ڪجهه به نه سمجهندي چيو "ها صاحب، خدا شل هر ڪنهن کي نصيب ڪري."



جام شورو، ١٦- آگسٽ ١٩٥٥ع
انسان: ٦ جون ١٩٦٠ع

# سي چا چاڻ دل جي دنيا

هيئنر به ليٽندي، هو هڪ خوبصورت پلنگ جي پٺي تي لڳي رهيو هو: "اج پڻ اڪثريز پرين پنهنجا ساريا." هن جو بيمار پيلو چهرو اندروني امنگ ۽ مسرت ڪري مسڪراهٽ سان پرنور هو.

ادريس مدي جي تپ ۾ مبتلا هو. ماڻهن هن واسطي اسپتال ۾ خلاصو ڪمرو ورتو هو. ڪيترائي مرد ۽ عورتون، واري ڦيري سان هن جي سار سنڀال لهڻ ايندا هئا. هن کي هتي ڪجهه ڏينهن رهڻو پيو. منهنجي هن سان گهرائپ ٿي وئي ۽ ايتري قدر جو هو مون کي پنهنجا ذاتي معاملا ۽ راز به ٻڌائڻ لڳو.

هڪ ڏينهن چيائين: "ڊاڪٽر صاحب! توکان سواءِ هڪڙو ٻيو به منهنجو ڊاڪٽر آهي، جنهن جا نسخا پڻ باقاعدگيءَ سان مون کي ملندا رهن ٿا. اهو به ٻڌايانءِ ته هن جا نسخا، تو واريءَ دوا کان وڌيڪ آرام ڏين ٿا."
ائين چئي هو مون ڏي مرڪي نهارڻ لڳو. هن جو ڪمزور چهرو خوشيءَ کان ٻهڪي رهيو هو. پوءِ پنهنجي حياتيءَ جو محبوب ترين راز ٻڌايائين.

اهو ڊاڪٽر هو هن جي سوٽ بصران. هوءَ ڏينهن ۾ ٻه دفعا هن ڏي چٺي لکندي هئي. ان ۾ سدائين ساڳي سٽ هوندي هئي ته "مٺڙا! تون ڪيئن آهين؟ ڪڏهن گهر موٽندين؟ مان تنهنجي وات ٻيهي واجهايان." اهي چٺيون ادريس جو نڀاءُ بالڪل ايندو هو. هن ٻڌايو ته جنهن ڏينهن کان هو

اسپتال ۾ داخل ٿيو هو، تنهن ڏينهن کان، بصران باقاعدگيءَ سان اهي پريت پريا پرزا موڪليندي ٿي آئي. هو پاڻ به ڪيس جواب لکندو رهندو هو. هن بيماريءَ، سچ پچ ته ادريس لاءِ نئين نرالي خوشيءَ جو موقعو ميسر ڪيو هو، هن جي پيار جي پوتي کي سڪ ۽ تڙف جو ريج ڏنو هو.

بصران بابت ڳالهائيندي ٿڪبو ئي ڪونه هو. هو به هن کي سدائين هڪ ئي سٽ لکندو هو: ”اڄ پڻ اکڙين پرين پنهنجا ساريا.“

هڪڙي ڏينهن هن وٽ هڪ ڊگهي اڇي ڏاڙهيءَ وارو بزرگ رهنان ڏٺو. هن جي وڃڻ کان پوءِ پڇيومانس ”هي ڪير هو؟“ کلي جواب ڏنائين ”حورن جو مڙس!“

”اهو ته سندس مٿهن مهاندي سان ئي پڌرو هو، پر تو سان ڪهڙو رشتو اٿس؟“

پوءِ ادريس پوري تفصيل سان هن جي باري ۾ ٻڌايو: اهو مولوي، ادريس جي پيءُ جو سوٽ هو. هو ڪو نڙڪو ملا نه هو، پر قرآن جو حافظ ۽ عربيءَ جو وڏو عالم هو. ست حج ڪري چڪو هو. هن جي پرهيزگاري ۽ خدا ترسي سارئي ڳوٺ ۾ مشهور هئي. ڪٽنب جا ڀاتي هن جو بيحد احترام ڪندا هئا، ڪنهن کي به مجال نه هئي، جو هن جي حڪم کي اورانگهي. هو نه فقط سندن ماڻٽ هو، پر روحاني مرشد پڻ. رڳو ادريس ئي اهڙو شخص هو، جو هن سان هر معاملي ۾ چڪريون کائيندو هو. ٻئي هڪ ٻئي سان ڏاڍا بحث مباحثا ڪندا هئا. مولوي هن جي آزاد خيالي ۽ ترقي پسنديءَ تي

طنز ڪندو هو، ته ادريس وري هن جي تنگ نظري ۽ قدامت پرستيءَ تي . هي سائنس ۽ عقليت جو حامي، ته هو وري وهم پرستي ۽ اعتقاد پرستيءَ جو مبلغ . عزيز قريب ادريس جي هن بي ادبيءَ“ تي باهه ٿي ويندا هئا.

ادريس چوڻ لڳو ”مان ڪو هن کي هرويرو ’حورن جو مڙس‘ ڪونه ٿو ڪوٺيان. هن کي حورن واريون حديثون بيان ڪرڻ جو ڏاڍو شوق آهي . هرهڪ بهشتيءَ کي ستر حورن ملڻ واري حديث هو خوشيءَ پرڻي اهڙي ٻر ۽ چپ چٽيندي، ور ور ڪري پيو ٻڌائيندو آهي. ڇٽن شادين واريون آيتون ۽ حديثون، ۽ نبين ، صحابين ، امامن ۽ خليفن جي گهڻين زالن ۽ سريتين جو ذڪر هو ڏاڍي تفصيل سان دهرائيندو رهندو آهي. هر ڪچهري ، وعظ ۽ خطبي ۾ اهي هن جا وڻندڙ موضوع آهن. خود ڪيس ٽي زالون آهن.“

هن جي اسپتال ڇڏڻ کان پوءِ به اسين ٻيا ملندا هئاسين. هو گهڻو ڪري بصران جي پيار ، ۽ پنهنجي خوشگوار مستقبل جي باري ۾ ڳالهيون ڪندو ۽ سڻون سڻيندو هو . ٻيا مولويءَ کي دليلبازيءَ ۾ شڪست ڏيڻ جو احوال ٻڌائيندو هو.

ادريس ڪراچيءَ ڪاليج ويل هجي. هڪ ڏينهن بصران جو پيءُ مون وٽ آيو ۽ چيائين ته ”بصران جي طبيعت ٺيڪ نه ٿي رهي، هن کي هلي ڏسو.“

اهو به ٻڌايائين ته ”ڏورا ٿا پونس ، جن ۾ ڪڏهن ڪافي ٿي، ڪڏهن روئي ۽ وڪلي پئي ، سارو جسم ڏڪندي ۽ چيڙيون

ٻڌي هئي. ماڻهن جو خيال آهي ته جن انس، تعويذ به ڪِهڻائي ڪرايا اٿئون، پر فرق ڪو نه ٿيو ٻڌي.“

ظاهر هو ته بصران کي هستيريا هئي. پهرين منهنجو ڌيان ان طرف ويو ته شايد ماڻهن شاديءَ ۾ دير ڪئي آهي، تڏهن ٿا اهي دورا پون. سو اشارو ڏنو مان ته ڇوڪريءَ کي جلدئي شيشهن ڪلهي چاڙهي ڇڏيو. ان تي هن جي پيءُ چيو ته هن جي پرڻي جون ٿالهون هاڻ پيون. سون ٻري ويچاريم ته شاديءَ جو ٻڌي، ڇوڪريءَ کي خواهه مخواهه جي گهٻراهٽ ۽ وهم جاڳيا آهن، جنهنڪري اهي دورا ٿا پون، نه ته گهوٽ ته هن جو دل گهريو آهي.

پوءِ سگهوئي هن شهر مان منهنجي بدلي ٿي وئي ۽ ڇهن مهنن بعد ڪراچيءَ وڃڻ ٿيو. رستي ويندي، ڪنهن ڏاڍي حجب ۽ گهرائيءَ مان اچي پاڪر پاتو. ڏٺم ته ادريس هو. ڏاڍو بدلجي ويو هو. مدي جي تپ وقت به اهڙو ڏبرو ڪو نه ٿيو هو، جهڙو هاڻي نظر اچي رهيو هو. تپ دوران ضعيف هوندي به هن جي چهري تي هميشه رونق رقص ڪندي رهندي هئي. پر غور سان ڏسڻ تي محسوس ٿيم ته هيٺر ادريس بيحد اداس هو. ڇا هو مدي جي بخار کان به وڌيڪ خطرناڪ ڪنهن بيماريءَ جو شڪار بڻيو آهي؟

هن مون کي زياده سوچڻ يا پڇڻ جي مهلت ڪانه ڏني. چيائين: ”ڊاڪٽر مون پاڻ توسان ملڻ ٿي چاهيو. تو ڪي اهو ٻڌائڻ لاءِ ته زندگيءَ جي ميدان ۾ مولوي مون کي ملهه ماري ويو.“

مون پڇيومانس ”اهو ورلي ڪيئن؟“

جواب ڏنائين ”بصران جي شادي هن سان ٿي وئي!“

”هان!....“ منهنجي وات مان رڙ نڪري ويئي.

ڳالهه اعتبار جوڳي ڪانه هئي. مولويءَ جهڙي ديندار ۽ خدا ترس بزرگ اهڙو انڌير ڪيئن ڪيو هوندو؟ پر اها ته حقيقت هئي. ادريس جو اداس چهرو، ويران نگاهون ۽ مايوس مرڪ منهنجي سامهون هئا.

”جن“ وارو معاملو به هاڻي منهنجي سمجهه ۾ اچي ويو، ته شاديءَ جو ٻڌي، بصران کي دورا ڇو ٿي پيا.

ادريس چيو ”توکي ته خبر آهي ته بصران ۽ مان پاڻ ۾ راضي هئاسين. اسان ٻنهي جي ماءُ پيءُ جي به تمنا پڻ ڪان اها تمنا هئي. وڪالت پاس ڪرڻ کان پوءِ، اسان جي شادي ٿيڻي هئي. پر ماڻ پوءِ ان مولويءَ تي، اوچتو هن کي اچي شوق جاڳيو، ۽ پنهنجي ان خسيس خواهش جو اظهار عزيزن سان ڪيائين. هو ڀلا دين جو سچي روح روان ۽ دنيا توڙي آخرت جو سنواريندڙ، سو بصران جو پيءُ اها پنهنجي خوش نصيبي سمجهڻ لڳو، ۽ منهنجي ماءُ گوڏن تي به ڪن ڪونه ڏنائين. منهنجي پيءُ ماءُ به ان سوال تي منهنجو ساٿ نه ڏنو.“

پوءِ هن مون کي ذري پرزي ٻڌايو ته ڪيئن هن جي ماڻهن، هن جي هن ”عمر ڪي رشتي“ جي مخالفت ڪرڻ تي ملامت ڪئي.

مون پڇيومانس ”پوءِ ڀلا تو مولويءَ کي شرمندو ڪري ڇڏيو؟“

جواب ڏنائين ”پٽڙو، ڳالهه ئي نه پڇ. مولويءَ ئي مون
کي ٻه ٽي ڀيرون ٻاهرون هڪليو هجن. دل ٿي چوي ته ڪچو ڪٽ ڇڏيانس.
هڪ ڏينهن وچي پڪڙيو مانس. نيٺ اهو ٻه ڇيو مانس ته وڏو
الله لوڪ بڻيو پيو هلين، ڏيءُ جيڏي معصوم ڇوڪريءَ
سان شادي ڪرڻ ۾ تنهنجي بزرگي ۽ خدا خوفي ڪيڏانهن
ٿي وڃي؟ ان تي اميد جي خلاف، مولوي چڙيو اصل ڪونه
مون ته سمجهيو ٿي ته غصي کان پاڳل ٿي پوندو، ڇو ته
هن جي شخصيت تي منهنجو سڌو حملو ڪيو هوم. مگر هن
بزرگاڻي شفقت سان منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي ڏاڍي
نرماڻيءَ سان مرڪي چيو: ’پٽ‘ مان اهو ڪو گناهه جو
ڪم ته ڪونه ٿو ڪريان. اسان جي پيغمبر صلعم به بيبي
عائشه سان ان وقت وهانءُ ڪيو هو، جنهن وقت بيبي نون
ورهين جي هئي ۽ حضور جن جي عمر پنجاهه کان مٿي هئي.

”ڊاڪٽر صاحب، مان مڙڻ وارو ڪين آهيان. ان جو
ٻه اهڙو جواب ڏنو مانس جو قبر تائين ڪين وسرندس.... سائين
ڪيئن ٻه هجي، پر نبين ۽ اوتارن کي ٻه ڪنهن جي دل
جي دنيا اُلٽ جو حق ڏئي نه ٿو سگهجي.“

هو ڪي ساعتون سانت تي ويو. وري چيائين ”هاڻي
هڪ ڳالهه ڪري اندر ۾ وڌي پيا پون. ڳوٺ وڃڻ حالي ته
ڇڏي ڏنو اٿم، پر ٻڌان پيو ته ٻصران جا هستريا جا دورا،
جي شاديءَ کان اڳ ۾ شروع ٿيا هئا، سي هاڻي هيڪاري
وڌي ويا آهن. مان ته سمجهان ٿو ته وقت آخر منهنجا زخم

ميڙي ڇڏيندو، پر ٻصران جو روڳ دائمي آهي. هن جي حياتيءَ جو لمحو لمحو عذاب ۾ گذرندو....“

سون اڄ پهريون دفعو هن خوبصورت نوجوان جي معصوم اکڙين مان آنسو وهندي ڏٺا. اهي معصوم اکڙيون اڄ به ٻنهي جي پريتءَ کي ساري رهيون هيون.



نئون ٣٠- سيپٽمبر ١٩٥٦ع
انسان: ٩- مئي ١٩٦٠ع

# رڪاوٽ

مولويءَ سان منهنجو رت جو رشتو ته ڪو نه هو، پر اسان جي هڪ مائٽ کي هن پنهنجي نياڻيءَ جو سنگ ڏنو هو، ان ڪري منهنجي به ساڻس راهه رسم قائم ٿي.

جڏهن پهريون دفعو مان هن جي اوطاق ۾ ويس، ۽ هن سان گفتگو ڪري رهيو هوس، تڏهن سلما، جا ان وقت ڇهن سالن جي هئي، اها به آئي. مون ڇڪي هن کي پنهنجي گود ۾ وهاريو. اوپرو ماڻهو ڏسي، پهرين ته هوءَ هٻڪي، ۽ پيءُ ڏانهن نهارڻ لڳي. منهنجي ڪنهن به سوال جو جواب نه ٿي ڏنائين؛ پر پوءِ آهستي آهستي ورلي ملي وئي.

هوءَ ڏاڍي پياري ۽ معصوم نينگري هئي. دل چاهيندي هئي ته هر وقت هن جون ٻاراڻيون ٻوليون ٻڌجن. ان ڪري مان اڪثر مولويءَ جي اوطاق ۾ پيو ايندو ويندو هوس. سلما جو به مون سان بيحد انس ٿي ويو هو. مون کي ڏسي مون ڏانهن اڇل ڪائي ايندي هئي، ۽ خوشيءَ ۾ ڦولي نه سمائبي هئي. هوءَ مونکي ”ٻاڏو“ ڪري سڏيندي هئي، ۽ اهو لفظ مون کي ڏاڍو پيارو لڳندو هو.

مان جڏهن موڪل تي گوٺ ايندو هوس، تڏهن سلما واسطي رانديڪا ۽ مٺايون وٺي ايندو هوس. هن کي ننڍڙن ٻارن جي شڪل وارا جپاني رانديڪا ڏاڍو پسند هئا ۽ انهن جي گهر به ڪندي هئي. مگر مولوي اهي ڏسي، پاڻيءَ کان ٻاهر نڪري ويندو هو. هن جو چوڻ هو ته ”اهي بت آهن، ۽ مان پنهنجي گهر ۾ رکڻ نه ڏيندس.“ هو سلما کان اهي

ڪسي، هن جي سامهون ٿي پڄي چاڙهيندو هو؛ ۽ معصوم سلما سڏڪا ڀري رئندي هئي.

ڳوٺ پهچڻ سان ڀيرين سلماڪي ڏسڻ ويندو هوس. هوءَ به منهنجو سڏ سڃاڻي ”پاڻو اچي ويو، پاڻو اچي ويو!“ چوندي، ڊوڙندي ٻاهر ايندي هئي؛ ۽ مونکي چنبڙي ويندي هئي. هينئر ته هوءَ گهڻو وقت منهنجي گهر مون وٽ گذاريندي هئي.

مونکي هن جي تعليم جو ڏاڍو اونو هو. مولويءَ جو ٽيان چڪاير. هو ننو اکر واري ويٺو چي: عورت لاءِ علم جي ڪا ضرورت ڪانهي؛ آءٌ سرڪاري اسڪول ۾ پنهنجي نياڻي موڪلي، پنهنجي قيامت ڪاري ڪرڻ نه ٿو چاهيان.

مولويءَ سان متو مارڻ فضول هو. سلماڪي مون پاڻ پڙهائڻ شروع ڪيو. هوءَ ذهين هئي، ۽ ڏاڍي شوق سان پڙهڻ لڳي. هن ٿورن ڏينهن ۾ ڪتاب پورو ڪيو ۽ ٻيو به.

منهنجي شاديءَ جي موقعي تي، ننڍڙي سلما جهڙو خوش انسان شايد ئي ڪو هجي. هيءَ معصوم ڇوڪري جڃ جي مونهن ۽ جان هو. هن ساهيڙين ۽ ٻين وڏين عورتن جي وچ ۾ وچي ٿي چيو: ”اچو ته حيدر ڀاڻوءَ جو لاڏو ڳايون.“ ۽ پوءِ هن جو سنهڙو ۽ مٺڙو آواز فضا ۾ گونجي ٿي اٿيو: ”اکيون ته ادل جون ٻرن مشعلا“ ۽ پوءِ ٻين ٻڌ هن سان سُر سُر ۾ ٿي ملايو ۽ ننڍڙي سلو جهمر هڻڻ ٿي لڳي.

-۳-

مونکي اهو واقعو چڱيءَ طرح ياد آهي. هڪڙي ڏينهن، ڏاڍي منجهند هئي، جڏهن [illegible] گرمي [illegible] چڙهندي هئي، ۽

پکي پرندا بہ پنھنجن آکيرن ۾ آرامي ھئا: ان وقت سلما جو ھڪ پاڙيسري ڇوڪرو، سھڪندو ۽ روئندو مون وٽ آيو ۽ چيائين :

”سلما گهر ٽي وئي آھي. اسان سان گڏ پير جو ميلو ڏسڻ ھلي: پر اتان الائي ڪيڏانھن ھلي وئي. اسان گھڻوئي ڳوليو آھي، پر اھا ئي ڪونہ ٿي.“

ڇوڪرو يڪساھيءَ سڀ ڪجھہ چئي ويو ۽ ڏاڍو گھبرايل ٿي ڏٺو. منھنجي ھٿن مان ڄڻ ڪجھہ ڪري پيو، جڻن ڪنھن ڪي ھڪ ٿي سڪيلڊي پٽ جي ڪنھن حادثي ۾ اھي وڃڻ جو اطلاع مليو ھجي . پوءِ ٿہ خبر ناھي ٿہ ڪيئن آءٌ اتان روانو ٿيس، ۽ ڪھڙي رفتار سان تتل ڏينھن ۾ اھو ميل پنڌ لتاڙي ميلي جي ميدان ۾ پھتس. اتي ھن کي ڳولڻ لڳس. آخر ھڪ وڻ ھيٺان آواز آيو ”بابو حيدر!“ ۽ سلما ڊوڙي اچي مون کي چنبڙي . مون زور سان ھن کي پنھنجي ڇاتيءَ سان لاتو، ۽ بي اختيار چمڻ لڳس. جذبات ڪري منھنجي اکين ۾ آنسو اچي ويا. سلما ٻڌايو تہ ھوءَ گھمي گھمي ٿڪي ھئي، ۽ اچي ٿڌي ڇانوَ ۾ ويٺي تہ اتي ننڊ اچي ويس.

-٣-

سلما ڏھن ٻارھن سالن جي اچي ٿي. پٽس ھن کي پردي ۾ وھاريو.

جيتوڻيڪ ھوءَ ساماڻي ڪونہ ھئي پر قد جي لحاظ کان مولويءَ جي اھائي فتوا ھئي . مگر مون سان ھوءَ دستور موجب ملندي ھئي.

مولوي پردي جي معاملي ۾ ڏاڍو سخت هو. هن جي گهر جي عورتن کي پنهنجي مڙس، پيءُ ۽ ڀائرن کانسواءِ ٻئي مرد جي منهن پوڻ جي هرگز اجازت نه هئي. نون ڏهن ورهين جي نينگريءَ تي پردو لازم ڪيو ويندو هو.

مان ڏهن منٽن بعد گوٺ اچي رهيو هوس. رستي تي سلما جي باري ۾ سوچڻ لڳس: هوءَ هاڻي وڏي ٿي وئي آهي. جلدئي هن جي شادي ٿيندي. مان پنهنجي پياري ڀيڻ جي شادي پنهنجي هٿن سان ڪرائيندس. ان موقعي تي هن سان چرچا ڪندس ۽ خوب چيڙائيندس. مون هن کي خوش ڏسڻ ٿي چاهيو، ۽ دلي دعا هئي ته جتي هجي، سکي ۽ آسودي هجي. اهو پڻ خيال پئي آيم ته شاديءَ کان اڳ هن کي ايترو پڙهائي ڇڏيان، جئن سنڌي سولائيءَ سان پڙهي لکي سگهي. عورت ته هن سماج ۾ ستايل آهي ئي، پر مولويءَ جي گهر ۾ پيدا ٿيڻ ڪري، سلما جي حالت وڌيڪ ابتر قياس جوڳي هئي.

هميشه موجب مان سلما جن جي اوطاق ۾ ويس، ۽ وڃي سڏ ڪيم. مولوي نڪتو، ۽ سلما به ڊوڙندي "ڀائو اچي ويو" چوندي آئي. هاڻي هوءَ پوري جوانيءَ کي پهچي چڪي هئي. هوءَ شرميلي نگاهن سان مون ڏي نهاري رهي هئي. انهن نگاهن ۾ معصوميت ۽ مسرت هئي.

هن چيو "ڀائو، ڏاڍا ڏينهن لاتو؟"

مون جواب ڏنو "هائو سلو، نوڪري آهي. پر تون ته خوش چاق آهين نه؟"

هن ورائيو "ها ڀائو!"

مولويءَ جو منهن ڳاڙهو ٿي ويو هو، هن جون ڦهر پريل نگاهون مون کان لڪل رهي نه سگهيون . هن سلما کي کهري آواز ۾ چيو:

”ڇوڪري تون اندر هل.“

سلما هلي وئي. ٿورو رکي مولوي به اندر ويو .

مون کي دل ۾ نئون کٽڪو جاڳيو . مولوي سلما کي مون کان پردو ته نه ڪرائيندو؟ ان جو مطلب اهو ٿيندو ته آئيندي مان ڪڏهن به سلما کي ڏسي نه سگهندس! ان خيال اينديءَ ئي مون کي دلي صدمو رسيو. جنهن کي مون سالن جا سال پيچ ڪري پاليو ۽ پيار ڪيو، تنهن لاءِ مان هڪدم ڏاريو بڻجي ويس . نه فقط ڏاريو پر جهنگلي درندي وانگر خطرناڪ پڻ.

مون مولويءَ جا اهي لفظ ٻڌا . شايد هن ڏاڍيان ئي انهيءَ ڪري ٿي ڳالهايو ته مان به ٻڌي سگهان. هو چئي رهيو هو:

”ڇوڪري! تون اڃا ٻار ڪونه آهين. تون هاڻي جوان جماڻ ٿي آهين ، توکي غير مردن اڳيان اينديءَ شرم اچڻ گهرجي- اهو وڏو گناهه آهي.“



واڻي پور، ٨ سيپٽمبر ١٩٥٧ع
مارڻي: ڊسمبر ١٩٥٧ع

# ڏولي جو ڏنگ

انسپيڪٽر مسعود دل ئي دل ۾ گذريل مهيني جي آمدنيءَ جو اندازو لڳائي رهيو هو. هو مشڪيو. ڪراچيءَ ۾ ڏوهن جي رفتار تيز ٿي وئي هئي، جو ته هن شهر ۾ ڏوهاري پيدا ڪرڻ خاطر خاص ڪارخانا کوليا ويا هئا. ٻه سال اڳ جي ڀيٽ ۾ هن کي هاڻي ٻيڻي چوڻي مٿين آمدني ٿيندي هئي.

فون جي ٽڻ ٽڻ هن جي خيالن جي سلسلي ۾ خلل وڌو.

”هلو.... پوليس انسپيڪٽر مسعود!“

”انسپيڪٽر صاحب، مان خانبهادر رياض علي آهيان....“

ايترو ٻڌڻ تي مسعود پاڻ کي روڪي نه سگهيو ۽ هن جي ڳالهه اڌ ۾ ڪٽي چيائين:

”او سائين، توهين پاڻ آهيو. خوش آهيو چڱا ڀلا، اڄ ڪيئن مهرباني ڪري ياد فرمايو اٿو؟“

”ها، چڱو ٿيو جو توهين پاڻ ئي فون تي ملي وياه هاڻي مهرباني ڪري هڪدم اسان جي بنگلي ڏانهن هليا اچو. اسان جي چوري ٿي آهي.“

”هان! ڇا چيو. توهان جي گهران چوري! بس مان اجهو ٿو پهچان ٻيرين توهان جو ڪم.“

انسپيڪٽر ٽيليفون جو جهٽو زور سان سٽي رکيو، ۽ نفرت ۽ چڙ سان چيائين: ”ها ٻيرين تو سوئر جو ڪم!“ ۽ دل ۾ چيائين: هنن وڏن ماڻهن مان اسان کي پائيءَ جي به اميد ڪانه، ۽ وري محنت ۽ ڊڪ ڊوڙ به بي انتها ڪرڻي پوي، ۽ جي ڪاميابي حاصل نه ٿئي يا ڪجهه ٻيئي

رهجي وڃي ته بالا عملدارن کي چٺيون ڏيئي ڪيرائيندا، بدلي ڪرائيندا، پروموشن بند ڪرائيندا. هي خانبهادر ته اسيمبليءَ جو ميمبر به آهي، سو جي چوري صحيح سلامت لهي نه سگهياسين ته اسيمبليءَ تائين خوار ڪندو. چڱو، ڪڏهن ڪڏهن بيگار به وهٽي پوي ٿي.

خانبهادر جي بيگم جو موتين جو هار چوري ٿي ويو هو. رات بيگم ڪنهن ڊنر پارٽيءَ تي ويل هئي. اٽڪل هڪ بجي واپس آئي. موٽر ۾ فقط ڊرائيور ساڻ هوس. بيگم ان وقت گهڻو شراب پيئي ڪري، نشي ۾ هئي ۽ گهڻي رات گذرڻ ڪري ٿڪ ۽ ننڊ جو اثر به هوس. گهر جا ٻڙڏي پاتي گهري ننڊ ۾ هئا. خانبهادر به سمهيو پيو هو. ان ڪري ڊرائيور ٿي بيگم کي سهارو ڏئي مٿي سندس ڪمري ۾ پهچايو. هوءَ باٺمرادو ڏاڪڻ چڙهڻ جي حالت ۾ نه هئي.

بيگم جي خاص نوڪرياڻيءَ کي ان وقت جاڳيل رهڻ کپندو هو، پر هن کي انتظار ڪندي جهٽڪو اچي ويو هو.

بيگم پنهنجا زيور لاهي، لباس مٽائڻ کان سواءِ ئي سمهي پئي. صبح جو يارهين بجي جاڳي. نيرن ڪائڻ کانپوءِ زيورن کي سانڍي رکڻ لاءِ اٿي. پر هن کان رڙ نڪري وئي، ٻيا زيور ته موجود هئا، ڪي وهاڻي هيٺان ڪي سينگار جي ميز تي، پر موتين جو هار غائب هو. ڪمري کي ونهه ٻيرا جاچي ڏٺو ويو، پر هار نه مليو. بيگم روئي

رهي هئي، جو پئرس مان آندل اهڙو قيمتي ڳهه چوري ٿي ويو. خانبهادر بہ ڏاڍو پريشان ٿيو. نوڪرن ۽ نوڪرياڻين کي خوب دڙڪا داٻ ڏنائين، پر ڪوبہ تيل ڪونہ نڪتو. آخر پوليس کي اطلاع ڏنائين.

مسعود بہ اهو احوال پڙهيو. جڏهن هن کي ٻڌايو ويو تہ هار جي قيمت سٺ هزار آهي، تڏهن هن جو وات پاڻي ٿي ويو. هن جو عادي دماغ حساب ڪتاب ڪري هن فيصلي تي پهتو تہ ان هار جي چور کان گهٽ ۾ گهٽ ڏهہ هزار رپين جو حصو آسانيءَ سان ملي سگهي ٿو. يعني ڊي-آءِ-جيءَ جي پارٽيءَ جو خرچ هڪ ڌڪ سان ٻاهر. ڊي-آءِ-جي جي پٽ جو طوهر ٿيڻو هو، جنهن ۾ وڏي دعوت ٿيڻي هئي، جنهن جي خرچ جو سمورو بار ڊي-آءِ-جيءَ هن انسپيڪٽر تي رکيو هو.

"خير ڏنو ويندو!" هن دل ۾ چيو.

هن جاچ شروع ڪئي. گهر جو الڳ چوڪيدار هو. ڪوبہ اهڙو سراغ نظر ڪونہ آيو، جنهن مان انومان ڪجي تہ ڪو ٻاهران گهر ۾ ٽپو ڏئي آيو آهي. نہ ڪو ڪلف ڀڳل هو، نہ ڪنهن در يا دريءَ جو شيشو ٽٽل. ان مان ظاهر هو تہ چور هن بنگلي جي چوديواريءَ اندر ئي رهندو آهي.

گهر جا ڀاتي فقط چار هئا: خانبهادر، بيگم ۽ سندن ٻہ ننڍا پٽ. پنج ملازم هئا: چوڪيدار، ڊرائيور، ٻورچي، نوڪرياڻي ۽ ٻيو هڪ نوڪر.

مسعود انهن مان هر هڪ کي جدا جدا گهرائي پڇڻ ٿي

چوڪيدار ٻڌايو: ”رات جو جڏهن گهر جا سڀئي ياتي سمهي پوندا آهن، تڏهن ٻاهرين در کي تالو لڳائي ڇڏيندو آهيان. وري رات جو ٽي چار ڀيرا بنگلي جي چوڌاري چڪر لڳائيندو آهيان. گذريل رات به مان ان وقت ناٿين در وٽ انتظار ۾ ويٺو رهيس، جنهن وقت بيگم صاحبه موٽر ۾ آئي. موٽر ۾ فقط ڊرائيور ۽ بيگم صاحبه هئا. ان بعد نه ڪو شخص ٻاهران گهر ۾ آيو ۽ نه ڪو اندران ٻاهر نڪتو.“

ڊرائيور ٻڌايو: ”مان ڇهن مهنن کان خانبهادر جو ڊرائيور آهيان. رات جو هڪ بجي ڌاري بيگم صاحبه کي پارٽيءَ مان موٽر ۾ کڻي آيس. جڏن ته ان وقت سڀ ننڊ ۾ هئا، ان ڪري مون بيگم صاحبه، جا نشي ۾ چور هئي، تنهن کي ٻانهن کان جهلي مٿي سندس ڪمري ۾ پهچائي آيس. اول به اهڙن موقعن تي اٿين ئي ڪيو هو. بيگم کي پارٽيءَ مان نڪرڻ وقت به گلي ۾ هار هو ۽ ان وقت به جنهن وقت مون هن کي ڪمري ۾ پهچايو. ان کان پوءِ مان سڌو وڃي، پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ سمهي پيس.“

نوڪرياڻيءَ بيان ڏنو: ”مان ويهن سالن کان هن گهر جي خدمت ڪري رهي آهيان. مان ئي بيگم صاحبه جي ڪمري جي سنڀال ڪندي آهيان. رات بيگم صاحبه کي موٽڻ ۾ گهڻي دير لڳي، تنهنڪري منهنجي اک لڳي وئي. اڌ رات جو مون کي جاڳ ٿي. ڏٺم ته بيگم صاحبه پلنگ تي سمهي چڪي هئي. آهستي سڏ ڪرڻ تي جواب ڪونه ڏنائين. هوءَ جنهن ساڙهيءَ ۾ وئي هئي. ان ۾ ئي ننڊ اچي

وٺي هئس، جنهنڪري پيٽ ۾ چنگهون اڳهاڙيون ٿي رهيون هئس. مون هن کي سڌو ڪري سمهاريو ۽ متان ڪنهن وجهي ڇڏيم ۽ پوءِ بتي وسائي، در ٻيڪڙي ٻاهر نڪري آيس ۽ وڃي سمهي پيس. صبح جو ٻه دفعا سماءَ تي ويس ته هوءَ اٿي آهي يا نه. ساري رات بيگم صاحبه جي ڪمري جو در ٻيڪڙيل رهيو هو، اندران بند ڪونه ڪيو ويو هو."

ٻين ملازمن ڪا خاص ڳالهه ڪانه ٻڌائي.

انسپيڪٽر پوءِ خانبهادر سان خيالن جي ڏي وٺ ڪئي. خانبهادر جو ڪنهن به نوڪر ۾ شڪ نه هو. البت ايترو چيائين ته ڊرائيور اسان وٽ نئون ماڻهو آهي. مسعود جو ٽن ماڻهن ۾ شڪ ٿيو ٿي: چوڪيدار، ڊرائيور ۽ نوڪرياڻي

هن بيگم جي ڪمري جي چڪاس ۽ نوڪرن جي گهرن جي تلاشيءَ جو خيال ظاهر ڪيو. خانبهادر ان لاءِ هن کي اجازت ۽ سهوليت ڏني.

هن پهرين بيگم جو ڪمرو ڏٺو. خانبهادر هن کي تفصيل ٻڌائي رهيو هو ته فلاڻي هنڌ زيور رکيا هئا ۽ فلاڻي فلاڻي پاسي ڪمري جا دروازا کلن ٿا. مسعود ان هار جهڙو ڪو ٻيو هار ڏسڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. خانبهادر ٻڌايس ته اسان وٽ اهڙو صرف هڪ ئي هو، باقي زيورن جي فهرست جي هڪڙي ڪتاب ۾ توهان کي ان جي تصوير ڏيکاري سگهان ٿو. خانبهادر ان ڪمري مان نڪري، ٻئي ڪمري ۾ اهو ڪتاب کڻڻ لاءِ ويو. مسعود ڪمري جي ڪنڊن ۽ پاسن کي جاچيندو رهيو ۽ فرنيچر ۽ پلنگ جي هيٺان تلاش ڪندو رهيو.

جنهن وقت خانبهادر موٽيو، ان وقت هو پنهنجي ڪم ۾ رڌل هو. هن هار جي تصوير ڏٺي.

ان ڪمري جي تلاشي ختم ڪري، هن ٿاڻي تي فون ڪيو ته چار سپاهي موڪليا وڃن، جي اچي مون کي ڪم ۾ مدد ڪن. انهن جي پهچڻ کان پوءِ نوڪرن جي ڪمرن جي تلاشي ورتي وئي، پر ڪو سراغ ڪونه مليو.

انهن سپاهين مان هڪ سپاهيءَ انسپيڪٽر کي ڪن ۾ چيو: "سائين، هي ڊرائيور ته سال کن اڳ هڪ چوريءَ جي ڪيس ۾ پڪڙيو ويو هو، جيتوڻيڪ ڪورٽ هن کي بيڏوهي سمجهي ڇڏي ڏنو هو."

پوءِ مسعود خانبهادر کان اجازت گهري ته هو ڊرائيور چوڪيدار، ۽ نوڪرياڻيءَ ٿاڻي تي وٺي ويندا ۽ پنهنجي نموني هنن کان ڏوهه جي قبوليت وٺڻ جي ڪوشش ڪندا.

خانبهادر هو ته رحمدل ماڻهو ۽ نه ٿي چاهيائين ته هن جا پراڻا خدمتگار پوليس جا ظلم برداشت ڪن، پر ٻئي پاسي وري سٺ هزارن جو سوال هو. پوليس سان ساٿ ڏيڻ ضروري هو.

هنن کي ٿاڻي ۾ آندو ويو. مسعود سپاهين کي ٻڌي ڇڏيو ته پنهنجو ڪم جاري رکو. پوءِ ته هنن تي اها موچڙي بازي ٿي، هنن کي اهڙا ايذاءَ ڏنا ويا، هنن تي اهڙي قسم جون سختيون ڪيون ويون، جن جو بيان ڪرڻ تي لڱ ڪانڊارجي وڃن. عورت کي به نه ڇڏيو ويو.

هو سڀ وڏا وڏا قسم کنيو وڃن، خدا جا واسطا پيا

وجهن، رحم جون درخواستون پيا ڪن، پر پوليس لاءِ تہ اهي رواجي ڳالهيون هيون. ٽئين ڏينهن تي چوڪيدار جو پاڻ ۾ نوڪرياڻيءَ جو مڙس بہ پہ سؤ ڏئي، هنن کي ڇڏرائي ويا.

باقي بچيو ڊرائيور. هن جا وارث بہ آيا، پر هن کي رها نہ ڪيو ويو. هن تي ظلم ۽ سختي جاري رهي. هن کي ماني ۽ پاڻي نہ ڏنو ويندو هو. هن کي اونڌو ڪري ٽنگيو ويندو هو. هن کي بيهاري، هن جي مٿي تي مٿين بار رکي ڇڏيندا هئا، ايستائين جيستائين هو بيهوش ٿي نہ ڪرندو هو. هن جي ننگي بدن تي چهبڪ وسايا ويندا هئا. هن کي اگهاڙو ڪري، ٽاڪ منجهند جو اس ۾ بيهاريو ويندو هو، هن جون رڙيون پري پري ٻڌبيون هيون. هن کي هيٺان مرچ وڌا ويا. پيشلب پياريو ويو. آخر هن جي پيءُ کي پڪڙي ٿاڻي ۾ آندائون ۽ هن جي سامهون ڪري هن کي للڪار ڪئي وئي تہ جي سچي نہ ڪندين تہ تنهنجي اڌو تنهنجي جوان پيءُ کي الف اگهاڙو ڪري بيهاريو ويندو.

اتي هن رڙ ڪري چيو "اڙي ظالمو، ترسو. مان تہ هاڻ چئو ٿا ائين ٿيندو."

ائين چئي هو وري بيهوش ٿي ويو. اهو ويهون ڏينهن هو.

هن اقرار ڪيو. جڏهن هن کان پڇيو ويو تہ هار ڪٿي رکيو اٿئي تہ پهرين چيائين تہ گٽريج ۾ پوريو اٿم. پر اتي گولا ڪئي وئي. ڪونہ هو. پوءِ وري هن چيو ها، هاڻ ياد آيو مون اهو بنگلي جي باغيچي ۾ گلن جي ڪياري ۾ لڪايو آهي. اتي پڻ هنن کان ڪونہ لڌو.

انسپيڪٽر، خانبهادر کي فون تي تسلي ڏيندو رهندو هو.
جڏهن خانبهادر کي اطلاع پهتو ته ڊرائيور باسيو آهي ۽ جن ٻن جڳهين جو هن نشان پتو ڏنو، اتي هار ڪونه لڌو نڌهن هو پاڻ ٿاڻي تي ويو.

پهرين ته هو پنهنجي ڊرائيور کي سڃاڻي ڪونه سگهيو. هن جو رنگ ڪارائجي ويو هو ۽ اهڙو ڪمزور ۽ سنهڙو ٿي نظر آيو جهڙو ساڻن جو سلهه جو مريض. هن کي پهرين ته جهڙو آيو. آخر ته هو سندس نوڪر ٿي رهيو هو.

هن کي شفقت سان چيائين "بچا، تون بڌاءِ ته ڪٿي رکيو اٿئي، مان توکي پڪ ٿو ڏيان ته هار ملڻ بعد تنهنجو وار به ونگو ڪونه ٿيندو. مان ڪيس ڪيرائي ڇڏيندس."

ڊرائيور جواب ڏنو "سائين، مون هار چورايو هجي ته ٻڌايان به. مون کي قسم آهي رب پاڪ جو ته مون هار کي هٿ به ڪونه لاتو آهي."

هن جو ايترو چوڻ ۽ پرسان بيٺل سپاهيءَ چهبڪ سان سٽ ست ڪرڻ هو ورڻ دلخراش دانهون ڪري چوڻ لڳو: "ها سائين، مان ڏوهي آهيان، مان ٻڌايان ٿو: جنهن وقت صبح جو پوليس انسپيڪٽر آيو هو، ان وقت پڪڙجڻ جي ڊپ کان، مون اهو اتر واري رستي تي اڇلي ڦٽو ڪيو هو."

هار ڪونه مليو. ڪيس ڪورٽ ۾ چالان ڪيو ويو. ڪيترائي شاهد آڻي ڪورٽ ۾ موجود ڪيا ويا. انسپيڪٽر اهڙا به گواهه پيش ڪيا، جن چيو ته اسان ان رات ڊرائيور کي بنگلي جي ٻاهر پيٽ مٿان ڪنهن شخص کي ڪا شيءِ

ڏيندي ڏٺو هو. چار مهنا ڪيس هلڻ کان پوءِ، ڊرائيور کي
ٽي سال سخت پورهئي سان قيد جي سزا ملي. پر خانبهادر
کي ست هزارن وارو هار موٽي ڪونہ مليو.

هاڻي خانبهادر سڌو وڃي وڏي وزير وٽ شڪايت ڪئي.
وڏي وزير هڪدم مسعود انسپيڪٽر کي سسپينڊ ڪيو ۽
پوليس کاتي جي قابل ترين آفيسر ڊي-ايس- پي طفيل کي
ڪيس جي وري جاچ ڪرڻ ۽ هار هٿ ڪرڻ جي اسپيشل
ڊيوٽيءَ تي مقرر ڪيو.

ڊپٽي طفيل اچي ڪيس جا سڀ فائيل اٿلايا. پوءِ جاچ
۽ پڇاڳاڇا شروع ڪيائين.

هن خانبهادر جي چوڪيدار، نوڪر، بورچي ۽ نوڪرياڻيءَ
کي وري ٿاڻي تي آندو. ڇهني تي بي پناهہ مار موچڙو شروع
ٿيو. ڪجهہ ڪڙ تيل ڪونہ نڪتو. نيٺ هرهڪ کان پنج
سؤ وٺي، هنن کي ڇڏيو ويو. ڊرائيور کي جيل اندر نئين سر
عذاب ڏنا ويا. پر ڪجهہ پڙ ڪونہ پيو. پوءِ شهر جي ڪن
شودن ۽ گهٽن شريفن جي پڪڙ پڇاڙ شروع ڪيائين. واري
واري تي هنن کي ٿاڻي تي پڇاڳاڇا لاءِ گهرائي بي عزتين
۽ عقوبتن جو وسڪارو لڳائي ڏنائين. پڇاڙيءَ ۾ ڪنهن
کان هڪ هزار، ڪنهن کان ٻہ هزار، ڪنهن کان ٽي هزار
وٺي ڇڏيندو ويو. چور جو سراغ ملي ڪونہ سگهيس.

نيٺ هو ان نتيجي تي پهتو تہ انسپيڪٽر مسعود کي ان
چوريءَ جي خبر ضرور آهي، پوءِ هو يا تہ ان چوريءَ تائين
پهچي نہ سگهيو آهي يا ان چور وٽان سٺي رقم ملڻ ڪري
ڇپن کي چنو لڳائي ويٺو آهي.

هن پهرين مسعود کي ڳالهين ۾ پنهنجي اعتماد وٺڻ جي ڪوشش ڪئي. هن کي رازداني نموني چوڻ لڳو: ”ڪتو به ڪتي جو ماس نه کائيندو آهي. مان به پوليس جو ماڻهو آهيان ۽ تون به. اهو يقين رک ته مان توکي ڪنهن به صورت ۾ نقصان ڪونه رسائيندس. هر ڪنهن کي پنهنجي ٽولي جو ننگ ٿيندو آهي. پاڻ به ڪائي پيٽ وارا ۽ هڪ ئي ٽولي جا آهيون. ان ڪري هڪ ٻئي کان پري ڪونه وينداسين. وڏي ڳالهه ته پاڻ ٻئي هڪ ئي پرڳڻي جا آهيون ۽ هن پرڳڻي ۾ ڪمائڻ آيا آهيون ۽ جيترو گهڻو ڪمائي سگهون ٿا، اوترو گهڻو ڪمائيندا رهنداسين. هي سڀ ڪجهه منهنجي هٿ ۾ آهي. خانبهادر توڙي وڏي وزير کي منهنجي رپورٽ تي اعتبار ڪرڻو پوندو، ۽ مان اهڙي رپورٽ ڏيندس جو نه رڳو تنهنجي نوڪري بحال ٿيندي، پر هار جي چوري ۽ وارو معاملو به لٿي مٿي تي ويندو. تون رڳو مون کي حقيقت ٻڌاءِ. مان ڪجهه به وڌيڪ نه ٿو چاهيان. مان ڪنهن به ٻئي کي اها ڳالهه نه ٻڌائيندس.“

مسعود مرڪيو. چيائين: ”مون کي توهان تي پورو اعتبار آهي. اهو هار هن پرڳڻي کان ٻاهر پهچي چڪو آهي.“

”ڪٿي؟“

”پاڻ واري پرڳڻي ۾.“

”ڪيئن؟“

”حقيقت هيءَ آهي ته جنهن وقت مان بيگم جي ڪمري کي جاچي رهيو هوس، ان وقت خانبهادر زيورن

جي فهرست وارو ڪتاب ڪڍڻ لاءِ ٻئي پاسي ويو. اهو سارو وقت مان ڪمري ۾ اڪيلو هوس ۽ ڪو سراغ هٿ ڪرڻ لاءِ ڪمري جا ٽپڙ هيٺ مٿي ڪري رهيو هوس. جنهن وقت مون بيگم جي پلنگ تي پيل ٻن وهاڻن مان هڪ وهاڻو مٿي ڪنيو ته ان جي ڇپر جي اندران هار ڪري وچي پلنگ تي پيو. مان پهرين ته حيران ٿيس. پوءِ سوچڻ لڳس ته ڇا ڪرڻ گهرجي. مون کي ڪنهن به نه ڏٺو هو. آخر ٿوري ئي دير کان پوءِ، مون اهو هار پنهنجي سوٽ جي کيسي ۾ ڪري وڌو....“

طفيل، مسعود جي هٿ تي پنهنجو هٿ هڻي، تاڙي وڄائي، ٽهڪ ڏيندي چيو: ”يار، استاد آهين!“



راڻي پور، ٩- سيپٽمبر ١٩٥٨ع
انسان: ٢٥- اپريل ١٩٦٠ع

# سڙي سارو ڏينهن

هن شهر ۾ مڪمل خاموشي ته ڪنهن به وقت ڪانه ٿيندي آهي. البت هينئر ڏينهن وارو شور غوغا ڪونه هو. ريڊين جا آواز بند ٿي ويا هئا. ٽرامن ۽ بسن جو گوڙ گهٽجي ويو هو. ڪنهن ڪنهن وقت ڪا موٽر يا رڪشا سرڙاٽ ڪندي لنگهي ٿي، يا ڪو سائيڪل سوار فلمي گيت ڳائيندو ٿي ويو.

پر وارن گهرن مان وقتي وقتي ڪنهن ٻار جي رئڻ جو آواز ٿي آيو يا ڪنهن ٻوڙهي جي کنگهه، جي کنئون کنئون.

روشن آرا کي ننڊ اچڻ محال هئي. هن جو ننڍڙو ٻچڙ بيمار هو. هو ڪنجهي رهيو هو. ڪنهن وقت کنگهه ٿي اٿيس ته ڪنهن وقت سور کان رناڙين ٿي ۽ ڪنهن وقت ٻاڏي ٿي گهريائين. اوجاڳي ۽ ٿڪ، روشن آرا جي ڏٻري جسم کي چور چور ڪري وڌو هو.

پر واري ڪمري مان هن جي خاوند جي گونگهرن جو کهرو آواز آيو ٿي. هن جي ٻارن مان به ڪن گونگهرا پئي هنيا ۽ ڪي ننڊ ۾ ڳالهائي رهيا هئا.

اهڙي سمي، هن جي دماغ ۾ خيالن جي سمنڊ جي اٿل پٿل شروع ٿي ويندي هئي، هينئر به هن جي نگاهه پنهنجي ماضيءَ طرف مڙي وئي.

هوءَ پنهنجي حياتيءَ جي سفر کي ٻن حصن ۾ ورهائيندي هئي. پهرين حصي ۾ هوءَ پنهنجي زندگيءَ جي ڪشتي، پنهنجي پيءُ جي نظرداريءَ هيٺ پاڻ هلائيندي هئي ان وقت سمنڊ سانت هو، هوا سٺائي ۽ موسم خوشگوار. هوءَ

پنهنجي معصوم زندگيءَ جا مسرت پريا نغما ڳائيندي اتي اچي پهتي، جتي هن جي حياتيءَ جي سفر جو ٻيو دور شروع ٿيو. ان ڪانپوءِ هن جي جيون جي ٻيڙي هلائيندڙ هن جو مڙس هو، ۽ سمنڊ ۾ طوفان ۽ انڌوڪار هو.

هن کي اهو زمانو ياد آيو جڏهن هن جي شاديءَ جون ڳالهيون هلي رهيون هيون. هن جي گهوٽ تي هن جا مڙئي مٽ مائٽ مطمئن هئا. عبدالقدوس هڪ ديندار ۽ نيڪ ڇوڪرو هو. هن جي مذهب جي پابنديءَ کان سڀ واقف هئا. هو پنهنجي محنت سان پنهنجي پيرن تي بيهي چڪو هو. هڪ جنرل اسٽور جو مالڪ هو، جنهن مان ڪافي آمدني ٿيندي هئس. رهڻي ڪرڻي ۽ منهن مهانديءَ ۾ پڪو مسلمان هو. مٿي تي اڇي ڪپڙي جي ٽوپي، ڊگهو پهراڻ ۽ پيڏين کان مٿي ڪانچ. هن جي ڇهري تي گهاٽي چاپٽين ڏاڙهي هئي، جا هن جي سانوري رنگ ڪري ڪا چڱي ڪانه لڳندي هئي.

روشن آرا کي ياد آيو ته هن کي پنهنجي شاديءَ جو ٻڌي، ذرو به خوشي ڪانه ٿي هئي. عبدالقدوس جي ڪردار جون ڪهاڻيون ٻڌي چڪي هئي، ۽ هن جي صورت پنهنجي اکين سان ڏٺي هئائين.

هن کي برقعو پهريون پيرو ان وقت پائڻو پيو جنهن وقت هوءَ پنهنجي ٻن مهينن جي گهران نڪري، گهوٽ جي گهر وڃي رهي هئي. برقعو ڍڪي هوءَ عجيب ڪشمڪش ۾ ٻڌجي پئي. هن جو ساهه گهٽجڻ لڳو. ڪپڙا پگهر ۾

آلا ٿـي ويس • ڪن بہ بند ، جنهنڪري ٻاهريون آواز چٽو
ٻڌڻ ۾ نہ ٿي آيس. اکين آڏو اونداهہ هلي بہ ڏکيو ٿي لڳس.
هڪ لڳا تہ خيال آيس تہ هي لاهي، سيني جي سامهون ڪٽي
ڦٽو ڪريان ۽ چوان تہ ”مان ڪو پالتو پکي توروئي آهيان
جو هينءَ پڃري ۾ بند ڪيو اٿو!“ پـر پاڻ ۾ ايتري سگهہ
ڪانہ ساريائين.

هوءَ سينگاريل ڪمري ۾ اڪيلي وهاري وئي. ڪجهہ
دير بعد هن جو گهوٽ گهڙيو. هو هن جي پرسان اچي ويٺو.
روشن آرا محسوس ڪيو تہ هو ڪجهہ سس پس ڪري رهيو
آهي. هن گهونگهٽ مان اک ٽيٽ ڪري ڏٺو تہ هن جا
چپ چري رهيا هئا ۽ چپن سان ڏاڙهي بہ ساٿ ڏئي هيٺ
مٿي ٿي رهي هئي. شايد ڪو وظيفو يا دعا پڙهي رهيو هو.
اهو ڏسي روشن آرا، حالانڪ هوءَ ان وقت گهبرايل ۽ هيسيل
هئي، مشڪل سان پنهنجو ٽهڪ روڪي سگهي.

عبدالقدوس هن جي رئي جو پاؤ پري ڪيو. چهري تي
نظر پوڻ سان هڪدم ”لاحول ولا ....“ ڪري پوئتي هٽيو،
ڄڻ تہ ڪنهن نامحرم عورت تي نظر پئي هئس.

”سوٽ، مان هي ڳالهيون برداشت ڪري نہ سگهندس.
اڄ کانپوءِ ڄڻن مـان تنهنجي جسم تـي سرخي ۽ پائوڊر نـہ
ڏسان. سڀاڻي کان ئي اهي چيزون گٽر ۾ ڦٽيون ڪري ڇڏ!“
هڪ هڪ لفظ پستول جي گولي بنجي هن جي نازڪ سيني
۾ چڀي ويو.

هوءَ هي نادري حڪم ٻڌي ڏاڍي حيران ٿي. هن جو

رنگ پيلو پئجي ويو . هوءَ محسوس ڪرڻ لڳي ته پيري
بزار ۾ هن جا ڪپڙا لاهي هن کي ننگو ڪيو ويو هو .

ان رات ته هن کي اهڙو خيال ڪونه آيو هو، پر هيئر سوچي رهي هئي: هي مولانا عورتن لاءِ سرخي پائوڊر ته حرام ٿا سمجهن، پر پاڻ اڇي ڏاڙهيءَ تي ڪيئن نه ميندي‌ءَ جا تهه ٿا چاڙهين ۽ اکين ۾ ڪيئن نه ڏوڏيءَ سان سرمون پائين .

هن جي هڪڙي يار سڏي چيو "اما! پاٺي." هن جي خيالن جو سلسلو ٽٽي پيو. اٿي هن کي پاٺي پياريائين بيمار پٽ رڙيون ڪيو. هن کي ٽيڪيون ڏئي ماٺ ڪرايائين .

روشن آرا کي برقعي پائڻ کان سخت بيزاري ٿي آئي، پر پيو ڪو چارو ڪونه هو. بي پردگيءَ تي قدوس مرڻ مارڻ کان به مڙڻ وارو ڪونه هو . اهي سڀ شيون ، قدوس جي قول موجب حرام هيون.

شاديءَ کان اڳ، هوءَ پنهنجي مائٽن سان گڏجي سئنيما تي ويندي هئي. ان ونڊر واسطي هيئر به هن جي دل چاهيندي هئي ، پر قدوس ڪٿي ٿو اجازت ڏئي. پهرين پهري جڏهن ڊچندي ڊچندي هن کي چيائين ته "ڪو کيل ته هلي ڏيکاريو" تڏهن اکيون ڦوٽاڙي، غصي سان جواب ڏنو هوس . "ورى اهڙي بت پرستي جي گناهه جو خيال به دل ۾ آنديءَ ته مون جهڙو ٻيو برو ڪونهي ." هن شاديءَ کانپوءِ ڏهن سالن ۾ ڪا به فلم نه ڏٺي هئي .

سير يا تفريح واسطي ته هوءَ ٻاهر نڪري نه ٿي سگهي. هڪ ته قدوس کي اها ڳالهه پسند نه هئي ۽ ٻيو ته برقعي

سان ٻاهر نڪرڻ ۾ تفريح ڏوڙ ٿيندي، مرکوڙي ماڻهو تازي هوا کان به محروم رهندو.

هوءَ سوچڻ لڳي: ننڍي هوندي ڪيترن ننڍ ريڊئي جا پروگرام ٻڌندي هئس: عورتن جو پروگرام، توهان جي فرمائش، ڊراما، ٻارن لاءِ آکاڻي، ريڊيو سلون جا گانا. پر منهنجي مڙس جو ارشاد آهي ته ساز ۽ گانو حرام آهن، ان ڪري هن گهر اندر ريڊئي لاءِ ڪا جڳهه ڪانهي.

هن کي رسالا ۽ ناول پڙهڻ جي به منع هئي "اهي سڀ بد اخلاقي ۽ دهريت ڦهلائن ٿا." هن جي خاوند جو ارشاد هو. روشن پنهنجو اهو شوق به پورو ڪري نه سگهي هئي. گهر ۾ فقط دعائن جا ڪتاب هوندا هئا، جن سان نه هن جي دلچسپي هوندي هئي ۽ نه سمجهه ۾ ايندا هئس.

"هتي ته مرڪڻ به گناهه آهي، هتي ته هرچيز حرام آهي. نظر ته ائين ٿو اچي ته هتي جيئڻ ئي گناهه آهي. آخر مان مئٽرڪ تائين تعليم ورتل آهيان، شهري ماحول ۾ پلي ۽ وڏي ٿي آهيان، هڪ حساس دل رکان ٿي، ڇا ڪو اهڙو آهي ئي ڪونه جو منهنجي احساسن ۽ امنگن کي سمجهي ۽ منهنجي حمايت ڪري؟" اهو سوچيندي هن جي اکين مان آنسو ٽمڻ لڳا.

ننڍڙي کي کنگهه جو دورو اٿيو. هوءَ هن ڏانهن متوجهه ٿي. عبدالقدوس جي نظر جي نقطي کان عورت هڪ ٻار پيدا ڪرڻ جي مشين هئي. روشن آرا کي ڏهن سالن جي عرصي ۾ اٺ ٻار ٿيا هئا، جن مان ست سلامت هئا. يعني ٻارهين

چوڏهين ٻهني هڪ ٻار، مڙس جي روش تہ اول ئي هن جي زندگيءَ مان رس ڪڍي ڇڏيو هو، مٿان وري هيترن ٻارن کي پيٽ ۾ سانڍڻ جون مصيبتون ۽ ڄم جي عذابن هڻي هن کي اڌ مئو ڪري وڌو هو. هن جي بدن ۾ رت ڄڻ هوئي ڪونہ، رنگ هيڊ جهڙو، زندگيءَ جي حرارت تہ هن ۾ ڪڏهن جي ختم ٿي چڪي هئي، هوءَ تہ برف جو ٻوتو هئي، سنهڙي جهڙي ڪاٺي، ڇپاهہ ڪٻي، مٿي ۾ اڇا هؤ چالهن ورهين جي ٻڍي لڳندي هئي، حالانڪ هن جي حقيقي عمر ٽيهہ سال هئي.

”منهنجي زندگي تہ ان ڪنهن عذاب آهي. شاديءَ کانپوءِ سون سک جي هڪ ساعت نہ ڏٺي آهي.“ هن دل ۾ چيو.

ٻارن جو وار هجوم ڪري، هنن جو گذر سفر بہ هاڻي تنگ ٿي پيو هو. نہ چڱو کاڌو کائي ٿي سگهيا ۽ نہ چڱو چوڙي ٿي سگهيا. هوءَ ويچارڻ لڳي: اسان جي ٻارن جو هجوم ائين ٿو نظر اچي ڄڻ تہ ڪنهن يتيم خاني ۾ پلجي رهيا آهن. هيتري ساري لشڪر جي ڪيئن سنڀال ڪري سگهبي. ڏسو تہ هڪ کي جتي ڪانهي، هڪ جو منهن ڌوتل ڪونهي تہ ٻئي کي سلوار ڪانهي، ڪنهن جا ڪپڙا ميرا آهن تہ ڪن جا وار ڪنيل ڪونهن. گهر کي خچر خانو بنائي ڇڏيو ائن. ڪا چيز پنهنجي جاءِ تي ڪانہ ٿي رهي سگهي. هر روز هڪڙو نہ ٻيو زيان ڪيو ويٺا آهن. صفائيءَ جو ڪهڙو بيان ڪجي، بس هي گهر ميونسپالٽيءَ جو پبلڪ پيشاب گهر لڳو پيو آهي.

هن کي اهو ڏينهن ياد اچي ويو جڏهن هن پنهنجي مڙس کي التجا ڪئي هئي ته "گهڻائي بار تي چڪا آهن، هاڻي نه رحم ڪري ڄم تي روڪ وجهڻ جي تدبير سوچيو." ان تي ڪاوڙ مان جواب مليو هوس: "اهي ڪافرن وارا ڪم مون کان نه ٿيندا. مان قدرت ۾ هٿ وجهڻ نه ٿو چاهيان تنهن کان سواءِ ٻارن پيدا ڪرڻ ۾ ڪهڙي قباحت آهي؟"

اهو ٻڌي هن چاهيو هو ته اهڙو منهن ٽوڙ جواب ڏيانس جو عمر ڀر ياد ڪري، پر هوءَ ڪجهه چئي ڪونه سگهي هئي. اندرئي اندر سڙندي ۽ ڀڄرندي رهي.

هينئر هوءَ ويچارڻ لڳي: هي قدرت ۾ هٿ وجهڻ ڪهڙي بلا آهي؟ جهر جهنگ نه ڪپجن ها ته اناج جا فصل ڪٿي ٿين ها. مڇرن مکين ۽ بيمارين جي جيوڙن کي ناس نه ڪجي ها ته بيمارين تي فتح ڪيئن پائي سگهجي ها. قدرت ته انسان جي دشمن آهي ۽ انسان ان سان مقابلو ڪري ئي دنيا ۾ حسن، نفاست ۽ آسودگي پيدا ڪري سگهي ٿو.

قدوس تهجد جي نماز تي اٿيو . کنگهڪار ڪندو هن جي ڪمري ۾ آيو. روشن آرا هن کي ڏٺو، پر اکيون بند ڪري ڇڏيائين.... "اف! ڪهڙي نه مڪروهه صورت اٿس . بدن ٿلهو ۽ ٻي ڊولو، پيٽ حد کان وڌيڪ ٻاهر نڪتل ۽ لڙڪيل ، ڇاتيءَ تي رڇ جهڙا وار ، ڪارو رنگ ، ڏڳهي ڏاڙهي ۽ مٿو صفا ڪوڙيل. اف ! هي ته ڀوت آهي ڀوت ! ڪهڙي نه منحوس شڪل، ڪهڙو نه ڪراهت لائق انسان!"

ڏهه سال گذري ويا هئا ، پر روشن آرا جي مڙس کان

ڏڪار اچ به تازي هئي: "هن شخص منهنجي زندگي جهنم بڻائي آهي، منهنجي تمنائن جو خون ڪيو آهي، منهنجي خوشين کي برباد ڪيو آهي. مان پنهنجي اسڪول ۾ شوخ ۽ شرير مشهور هئس، مگر منهنجا اهي ٽهڪ ڪيڏانهن ويا، منهنجيون اهي شرارتون ڪٿي دفن ٿي ويون؟ ها، هن جلاد پهرين رات ئي منهنجي شوخي ۽ منهنجي زنده دليءَ جا پر ڪپي مون کي ٻيوس بڻائي ڇڏيو. هن ئي منهنجي حسن ۽ جوانيءَ کي، وقت کان اڳ ئي خاڪ ۾ ملائي ڇڏيو."

هن جي اندر ۾ نفرت جو جوالا مکي جلي رهيو هو، پر هوءَ خود حيران هئي ته اڄ تائين اهو ڦاٽو ڇو نه هو. هن ڪيترن ئي موقعن تي سوچيو هو ته پنهنجي مڙس کي اهڙو جواب ڏئي، جو حياتيءَ ۾ وري ڪڏهن به "گناهه" ۽ "حرام" جا لفظ استعمال ڪرڻ جي جرئت نه ٿئي.

قدوس ٻار جي نرڙ تي هٿ رکي بخار ڏٺو ۽ اتان وضو ڪرڻ لاءِ هليو ويو.

روشن آرا جي دل چاهيندي هئي ته پنهنجا ۽ ٻارن جا فوٽا ڪڍرائي. پر هن کي ڄاڻ هئي ته قدوس گهر ۾ ڪا تصوير ڏسي ته پاڻيءَ مان نڪري وڃي ۽ "حرام!" "حرام!" جا واڪا ڪري، اڀ آسمان ڦاڙيو ڇڏي.

اهڙي موقعي تي هن جي دل ۾ چوندي هئي ته سڌيءَ بڌائيس ته "اصل ۾ ته حرام تون آهين، تون ئي حرام جي پاڙ آهين." پر اڄ تائين هوءَ ائين چئي ڪري نه سگهي هئي.

ڪڏهن لڳا هن خيال ڪيو ته ماڻهو سان پنهنجي مڙس جي

شڪايت ڪري، پر وري خود ئي سوچيائين: شڪايت ڇا جي ڪريان؟ ڇا ائين چوان ته منهنجو مڙس مون کي سئنيما تي وڃڻ نه ٿو ڏئي، يا ريڊيو ٻڌڻ کان روڪي ٿو، يا برٿ ڪنٽرول استعمال نه ٿو ڪري يا مون ڪمزور کي روزا رکڻ تي مجبور ٿو ڪري، يا رات جو ٻارپوري ننڊ ڪرڻ نه ٿا ڏين پر صبح جو سوير ئي جاڳائي زوريءَ نماز ٿو پڙهائي يا سرخي پائوڊر لڳائڻ کان منع ٿو ڪري، ياپردو ٿو ڪرائي.... ڪير انهن شڪايتن ۾ منهنجي پٺڀرائي ڪندو؟ هن جي خيال موجب ته اهي سڀ ديني احڪام آهن.

انهيءَ ڪري هؤ ڪنهن سان پنهنجو دکڙو به اوري ڪونه سگهي هئي. اندر جا طوفان ڇپن تائين اچي ڇپ ٿي ويندا هئا.

هوءَ سوچڻ لڳي: چوندا آهن ته صبر جو ڦل مٺو آهي پر اهو وڏو ڏکو آهي. مون کي زندگيءَ جي تجربي سيکاريو آهي ته صبر جو ڦل ٿوهر کان وڌيڪ ڪوڙو آهي. صبر ڪرڻ ۾ مظلوم بنجي گوڙها وهائي، رحم طلب ڪرڻ سان عورت کي ڪجهه به حاصل نه ٿيندو. هتي بغاوت ۾ جرئت درڪار آهي.

هن کي ننڊ اچي وئي، ڏاڍي گهري ننڊ. اها ننڊئي ته هئي جا ڪن ڪلاڪن لاءِ هن کي دکن جي دنيا مان دور ڪئي ويندي هئي. ڪلاڪ مٺو مس ننڊ ڪئي هوندائين جو ڪڙڪيدار ۾ ڪنور آواز ڪنن ۾ پيس: "اٿي، اٿي، نماز جو وقت ٿي ويو آهي." هو هن کي ڌونڌاڙي به رهيو هو.

هن اڪيون کوليون: ”اف! هيڏو ظلم. ساري دنيا جي بادشاهي ملي تہ بہ هن وقت بسترو نہ ڇڏيان.“ هوءَ وري ننڊ جي گود ۾ پهچي وئي.

”بڌءِ ڪونہ ڇا؟ نماز جو وقت قضا ٿي رهيو آهي. اَٿ، اَٿ!“ ۽ ٻانهن کان جهلي هن کي بہ ٿي زور سان لوڏا ڏنائين.

روشن آرا جاڳي پئي ۽ نفرت وچان هن جي هٿ کي پري اڇلي، چيائين: ”نماز قضا ٿي وينديءَ تہ ڪهڙو محل ڊهي پوندو، ڇا مان تنهنجي نماز ۽ مذهب کي ڏوڙي چٽندس. تو انهيءَ خيالي جنت خاطر منهنجي زندگي جهنم بڻائي رکي آهي. نہ پڙهندس مان نماز، نہ پڙهندس، نہ پڙهندس، نہ پڙهندس!“ ائين چئي، هن چادر ڇڪي، چهرو ڍڪي ڇڏيو.

هن وقت روشن آرا جون غصي ڀريل اکيون ۽ چهرو ڏسي، عبدالقدوس بہ هيسجي ويو. وري هن کي هٿ لائڻ جي همت نہ ٿيس، ۽ دل ۾ ”توبهہ، توبهہ استغفرالله“ چوندو واپس وڃي مصلي تي ويٺو.



راڻي پور، ٢٤- سيپٽمبر ١٩٥٨ع

روح رهاڻ: جنوري ١٩٦١ع

# رقابت جا رنگ

هيءُ آهي اهو خط، جو منهنجي زال جي هٿ چڙهي ويو ۽ جنهن ڪري گهر ۾ مهڻ متو:

”منهنجا منهنجي پنهنجي زندگيءَ کان پيارا: تنهنجو خط مليو. مون کي جيڪڏهن خبر هجي ها ته هيءَ دعوت فقط مون کي جلائڻ لاءِ ڏني وڃي ٿي ته شايد اتي قدم ئي نه رکان ها. توکي جي بيگم سان اچڻو هو ته پوءِ بيڪار مون کي اچڻ لاءِ چوڻ جي ضرورت ئي ڇو درپيش آئي. ڪن ۾ سور هجڻ ڪري اجازت نه ٿي ملي. پر ضد ڪرڻ سان مس مس بابو سائين راضي ٿيو. وڏن امنگن سان وقت کان گهڻو اڳ تيار ٿي ويئس. اها خوشي هئم ته اسين رات جو ايتري دير تائين هڪ ٻئي جي ويجهو ڪونه ويٺا آهيون يا هڪ ٻئي کي نه ڏٺو اٿئون. اڄ ٿي پهريون ڀيرو اهڙو موقعو ملي رهيو هو. پر سڀ اميدون ان وقت غصي ۾ تبديل ٿي ويون، جنهن وقت، مان رڪشا مان لهي رهي هئس ۽ توهان ٻئي دروازي ۾ داخل ٿي رهيا هئا. مان توکي ٻڌائي نه ٿي سگهان ته ان وقت منهنجي ڪهڙي حالت ٿي. مگر مان ڪري به ڇا ٿي سگهيس. هوءَ ته تنهنجي نڪاح ٻڌي زال آهي، مان هن جو مقابلو ڪئي ڪري ٿي سگهان. مان ته پنهنجي محبوب جو رکيو نالو ٿي وٺان ته به نار ٿي ٿي وڃان. اسان جو سماج اهڙو آهي، جتي ڇوڪريءَ لاءِ پنهنجي مڙس کان سواءِ ٻئي مرد جو رکيو تصور ڪرڻ به پاپ آهي.

مون کي ته اهو خواب خيال به ڪونه هو ته مان اهڙي

شخص کي پنهنجو ديوتا بنائيندس، ۽ جڏهن ماڻهن کي معلوم ٿيندو ته سڀکو طعنو هڻندو ته هيءَ اهڙي مرد جي پوڄا ڪري ٿي، جنهن جي اول ڏي زال موجود آهي. ٿيو به ائين. ماڻهن کي پتو پوڻ سان، جو اسان جي باري ۾ گند اڇلايو ويو، سو توهان کان لڪل ڪونه آهي. پر اسان تڏهن به هڪ ٻئي سان ملڻ کان باز ڪونه آياسون، ۽ باز ڇو اچون. اسين ته صرف پيار ڪريون ٿا، اهڙو پيار جنهن تي فرشتا وفا، خلوص ۽ خوشيءَ جي گلن جي ورکا ڪندا رهن ٿا.

اڄ خبر ناهي ڇو منهنجي دل گهبرائجي رهي آهي (تون ته منهنجو آهين نه!). پتو ناهي ڇو بار بار تنهنجي شڪل منهنجي سامهون اچي رهي آهي. مان سڄي رات رُئندي رهيس ۽ توکي ياد ڪندي رهيس. هن وقت صفا اڪيلي پنهنجي ڪمري ۾ ويهي توکي هيءُ خط لکي رهي آهيان. خبر اٿئي هيءُ ڪهڙو وقت آهي؟ اهوئي اسان جي پيار جو وقت، يعني، ڏينهن جي روشنيءَ جي رات جي تاريڪيءَ ۾ گم ٿيڻ واري مهل. شروع ۾ ان سمي ئي ته مان توسان هر روز ملڻ ايندي هئس.

ڏس ڪيتري نه ياد اچي رهي آهي انهن پيار جي شامن جي. هيءُ ئي مند هئي. ياد اٿئي اها حسين شام، جڏهن مان صفا صحتياب ٿي تو وٽ آئي هئس ۽ ان ڏينهن کان اسان جي زندگي شروع ٿي (زنده ته اڳ به هئاسين).

تون ته خبر ناهي ڪڏهن کان منهنجي دل ۽ دماغ تي ڇانيل هئين. توکي ته اهو به پتو نه پيو ته هن دنيا ۾ تنهنجو

ڪو چاهڻ وارو به پيدا ٿي چڪو آهي . مان ته تنهنجي سامهون ڳالهائيندي به ڊچندي هئس ته متان پنهنجي هيٺي دل هٿان مجبور ٿي، وات مان ڪا اهڙي ڳالهه نه نڪري وڃي ۽ منهنجو من جو مٺيو ڪاوڙجي نه پوي ته مان پرٿيل ۽ ٻارن ٻچن وارو آهيان ۽ هن احمق ڇوڪريءَ کي ايتري به ڄاڻ ڪانهي ته منهنجي شادي ٿي چڪي آهي. حالانڪ منهنجا ننڍڙا، مون کي اهي سڀ خبرون هيون.

پر ان ڏينهن مون کي ڇا ٿي ويو، ڪيئن شيشي ڀڳي ۽ ٻه دليون ڳنڍجي ويون ، مون کي ڪجهه خبر ناهي. ان ڏينهن، ان گهڙيءَ واري ڪيفيت ته مان شايد عمر ڀر وساري نه سگهنديس. ڪاش! اهي پيار ۾ ٻڌل اکيون وري ڏسان. مان انهن اکين جي مالڪ جي قدمن ۾ پنهنجي پوري زندگي گذارڻ ٿي چاهيان.

مون تنهنجي تصور سان دل جي دنيا آباد ڪئي. ان کان اڳ مون ڪنهن به مرد جي راهه نه ڏٺي هئي. مان انهن ڇوڪرين مان هئس، جي سماج ۽ معاشري جو احترام ڪنديون آهن ۽ منهنجي لاءِ ماءُ پيءُ کان مقدم ڪا بي چيز ڪانه هئي. فقط اها دعا گهرندي هئس ته منهنجو پاڻ اهڙي انسان سان اٽڪي، جو مون کي دل جان سان پنهنجو بنائي . اها دعا قبول ته پئي. تنهنجي خطن ۽ ڳالهين مان ظاهر آهي ته تون صرف منهنجو آهين، صرف مون کي تنهنجو پيار حاصل آهي. مگر رات توهان ٻنهي کي گڏ ڏسي مون کي ڇا ٿي ويو، جو تنهنجو سارو پيار وساري تو کي الاهي گهڻ وڏ ڳالهايم.

جڏهن مون کي اُٺين ٽي جلائڻو هئي، ته مون کي سڏائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. هاڻي مان ڪڏهن به توکي پنهنجي شڪل نه ڏيکاريندس. ان وقت به اها ڪوشش ڪيم ته جئن تنهنجي مون تي نظر نه پوي. اهائي تنهنجي لاءِ سزا هئي. هونءَ به مون ڪتاب ۾ هڏي ٻنجڻ نه ٿي گهريو. ان ڪري اهڙي جڳهه وڃي والاريم، جتان مان ته توهان کي ڏسي ٿي سگهيس، پر توهين مون کي ڏسي نه ٿي سگهيا. مان سولائيءَ سان تنهنجي هر چرپر ڏسي رهي هئس. اهو به ڏسي رهي هئس ته تون ويٺي ويٺي، ڪنهن جي تلاش ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڏاڍي بيچينيءَ سان نظرون ڦيرائي رهيو هئين. مزو ته ڏاڍو پئي آيم، پر غصي جو غلبو پڻ هو. واقعي تون شاندار قسمت جو مالڪ آهين. هڪڙي پهلوءَ ۾ ته بي تصور ۾. دنيا ۾ تمام ٿورن ماڻهن کي اهڙي قسمت ملي هوندي.

ها اهو به ٻڌائي ڇڏيانءِ ته ٻن ڇئن ڏينهن ۾ مان توسان ملڻ ايندس. توسان خوب لڙنداس. پر مان ته تنهنجي سامهون اچڻ تي هر چيز پلائي ڇڏيندي آهيان. ڪاوڙ ڪافور ٿي ويندي آهي. پتو ناهي ڪهڙو جادو آهي، جو بي اختيار پيار اچي ويندو اٿم.

پيو ته ٻڌ، تو ڪنهن شئي لڳڻ ڪري ڇرڪ ڇو ڀريو؟ اڙي مان هئس، تنهنجي مومل. پورن اٺن آٺن جو نقصان ڪيم، يعني پهرين ته ٽماٽي پيسا اڇلايم، پر نشانو غلط ٿي ويو. پوءِ غصي ۾ اچي مون ۽ تنهنجي ساهيڙيءَ چوڙيون پيچي، انهن جا ٽڪرا هٿ ۾ جهلي، تو ڏانهن اڇلايا. واهه

جو تير نشان تي لڳو. هال ۾ اونداهه هئي . سيني جو ڌيان اسٽيج طرف هو . ڪنهن کي پئي آهي ، جو ورائتي شوجا مزا چڙي ، هڪ پيار جي ديوانيءَ جون حرڪتون وڌي ڏسي. تو به تہ پوئتي نهارڻ جي جرئت نہ ساري. ائتر بہ جو پرسان موجود هو. جي ڪا حرڪت ڏسي وئي ها تہ باروت ڦاٽي پوي ها ۽ پوءِ ڪٽي رهي ها جناب جي عاشقي ۽ جناب جو پيار.

توهان اهو ظلم ڪيو جو پروگرام پورو ٿيڻ کان اڳ ئي هليا ويا. توهان جي وڃڻ بعد، منهنجي بہ ساري دلچسپي ختم ٿي وئي . منهنجيون دلچسپيون تہ توسان ئي ڳنڍيل آهن، منهنجا سائين!

تنهنجي پنهنجي "مومل"

گهر ۾ مٿل مڻ جي گهٽتا پوءِ ٿو لڳان. پهرين هن خط ۾ آيل ڪن ڳالهين جي چٽائي ڪريان ٿو، جئن پڙهندڙ سچي ڳالهہ سمجهي سگهي. شيشي ڀڃڻ جو واقعو هن ريت هو:

ان ڏينهن هوءَ دوا وٺڻ آئي. مان هن جي چڪاس ڪري، هن کي نسخو ڏنو. ان مهل ٻيو ڪو مريض ڪونہ هو. هوءَ ڪمپائونڊر کان دوا وٺي، ٻاهر وڃڻ لاءِ، منهنجي ميز آڏو اچي لنگهي. هن برقعي جو نقاب اڃا هيٺ ڪونہ ڪيو هو، ان ڪري هن جو منهن کليل هو. جڏهن بنهہ منهنجي سامهون آئي تہ اوچتو ٺڪاءُ ٿيو . هن جي هٿ مان شيشي ڪري پئي هئي ۽ پرزا پرزا ٿي وئي. اهو تہ ياد ڪونہ اٿم تہ ٺڪاءُ کان اول بہ ڪو منهنجو هن ڏي خاص توجهہ هو، پر ٺڪاءُ

ٿيڻ سان، منهنجون نظرون هن ڏي کڄي ويون. هؤ مرڪي رهي هئي، ۽ هن جي اها مرڪ هڪدم منهنجي من جي پاتار ۾ پهچي وئي. مون کي محسوس ٿيو ته اها رواجي مرڪ نه آهي. ان مرڪ ۾ پنهنجائي هئي. اها مرڪ خاص منهنجي لاءِ هئي. اها مرڪ، رڳو اها نه هئي جا اهڙي موقعي تي ماڻهو ڪکو وکر ٿيڻ ڪري، ظاهر ڪندو آهي. ان مرڪ ۾ شرميلپڻ ۽ حياءَ جي لهر هئي. ان مرڪ ۾ نياپو هو، ڪوٺ هئي. ان مرڪ ۾ شڪايت هئي. مون ڪڏهن اهڙي پياري مرڪ نه ڏٺي هئي. دنيا جا حسين ترين گل ٽڙي پيا.

منهنجي چپن تي پاڻ مرادو مرڪ جون لهرون مڙي آيون. منهنجي دل جا ڪنول ڪلي پيا. منهنجي جسم جي تارن ۾ جنبش پيدا ٿي. منهنجي من جي ماٺيڙي درياهه ۾ طوفان اٿيو.

منهنجي موٽ واري مرڪ ڏسي، هن جي مرڪ جو موتيو وڌيڪ ٽڙي پيو. حياءَ ڪان هن جي ڳلن جو ريشم ڳاڙهو ٿي ويو.

هن ڪجهه ڪونه ڪڇيو، پر مون چيو: ”پرواهه ناهي، ويهه ته بيءَ شيشيءَ ۾ توکي دوا ٿا ڏيون.“

اتي چڻ ته هوءَ هوش ۾ آئي. هن جي چهري تي گهٻراهٽ جا پاڇولا نظر آيا. ٽڙڪندڙ آواز ۾ چيائين: ” نه نه، مان وچي ٿي گهران بي شيشي موڪليان.“

مون کي هن جو آواز، سرندي مان نڪتل سُر محسوس ٿيو، چڻ ته منهنجي ڪنن ٽائين هي آواز هوا جي لهرن تي نه پر ماڪيءَ جي لهرن تي پهتو هو.

هوءَ ٽڪڙو ٽڪڙو ٻاهر نڪري وئي، ڄڻ تہ ڊپ هوس تہ متان ان گهاريل گهڙيءَ جون خوشيون ڪو کسي نہ وٺي .... ۽ مون چاهيو ٿي تہ هوءَ ائين ئي رهي، ائين هن جي مسڪراهٽ جو ڦوهارو وسندو، منهنجي دل جي ٻڻ ڪي ٽير ڪندو رهي.

مان پاسو ورائي، هن کي گهٽيءَ مان ويندو ڏسندو رهيس. هن جي چال ڏاڍي پياري ۽ ڪشش واري محسوس ٿيم. هوءَ ڄڻ تہ وک وک سمجهي ۽ سوچي کڻي رهي هئي. هر وک تي هن جي جسم جو مٿيون حصو اڳتي تي لڏيو ۽ وري پوئتي تي آيو ٿي پيان، هن جي برقعي مان بہ اپريل ڏڏين جي لکن جي لوڏ، منهنجي اندر ۾ اٿل پٿل پيدا ڪري ڇڏي.

مون کي اهو بہ محسوس ٿيو تہ هن وقت هن جا قدم پختا نہ هئا هن کي پڪ هئي تہ ڪنهن جون بيقرار نگاهون سندس پيڇو ڪري رهيون آهن.

پوءِ ڪنڊ تي پهچي، هن پوئتي نهاريو. هن جي چهري تي وري مرڪ آئي، ۽ هوءَ هڪدم منهن ڦيرائي، گهٽي مٿي هلي وئي، ڄڻ تہ اوندهہ ۾ پري پري، هڪڙو تارو ٽمڪيو ۽ گم ٿي ويو.

منهنجي من ۾ هن جي موهڻي مورت ڇانئجي وئي. هوءَ قداور ۽ ڪڻڪ رنگي هئي. سنهي هئي، پر هن جي بدن جون سونهن واريون گولايون ۽ گولا پريل ۽ پرپور هئا. هن جو چهرو، هن جا چپ، هن جو نڪ، هن جا اکيون مسڪراهٽ جي لهرن جو سمنڊ هئا.

ماڻ ان ڏينهن جي ڪيفيت کي هنئين بيان ڪندو آهيان:

”انهيءَ ساعت، انهيءَ گهڙيءَ، انهيءَ لمحي، منهنجي احساسن ۾ محسوس ٿيندڙ طوفان آيا، زلزلا آيا، انقلاب آيا.“

اها ساڳي ڇوڪري اڳ به مون وٽ آئي هئي، اڳ به هن کي ڏٺو هوم، پر منهنجي توجهه جو مرڪز نه بڻي هئي. پر اڄوڪي لمحي کانپوءِ هن جو سرير، هن جي مرڪ هن جو آواز، هن جي چال، هن جي هر شئي، دنيا جي هر چيز کان مٿاهين، نرالي ۽ پياري ۾ پياري محسوس ٿيڻ لڳي.

هوءَ وري ان لمحي کي هنن اکرن ۾ ياد ڪندي آهي:

”شيشي ٽڪرا ٽڪرا ٿي، ۽ ٻه دليون گڏجي ويون.“

هوءَ پندرهن سورهن سالن جي سهڻي ڇمار جي هئي ۽ مئٽرڪ جي شاگرديائي. سندس گهر منهنجي اسپتال جي ويجهو هو. ان ڪري اڪيلي به ايندي هئي ته ماءُ يا ننڍڙي ڀيڻ سان پڻ.

ما... ... ڪوڙڪي ۾ ڦٿڪندو رهيس. هن جي ... ...ڇو وچايم. مون کي اميد هئي ته هوءَ ... ڪئي ايندي. پر نه خود آئي ۽ نه ... ڪاڻين.

... ج هن کي ڏسندي ئي منهنجي دل ... ڪي ڇڪاسيندي ۽ لکندي ... ستوري دلچسپي قائم ڪونه ... ڏي هو. جنهن تنهن ڪري ... ڪونڙيءَ ۾ ڀهرين ٻين

ضاعفن کي ڏنم • پڇاڙيءَ ۾ هوءَ اڪيلي وڃي رهي • مان هن جي سامهون هوس •

هن • مشڪيو • ون مشڪيو ، نه ، مون مشڪيو هن مشڪيو

منهنجي من تان مٿين بار لهي ويو •

" صبح دوا ڪونه گهرايئه ؟"

هوءَ چپ • ڪنڌ هيٺ •

" بڌاءِ دوا ڇونه گهرايئه ؟"

ڪنڌ مٿي ڪري مون ڏي نهاريائين • هن جي اکڙين جا چند اپريا ، هن جي مرڪن جا تيرڙو تڙيا • وري ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيائين • ڇڻ ته نظرون ملائڻ چاهيائين تي ، پر نه ٿي ملائي سگهي • هن جا چپ ٿورو چريا ، ڇڻ ڪجهه چوڻ واري هئي ، پر دل جي ڳالهه چپن جي چائٺ اورانگهي ڪونه سگهي •

مان هن جي جهڪيل منهن ۾ مٿي کي ڪي گهڙيون گهوريندو رهيس • هوءَ مات هئي •

ان وقت مون کي هن کي ڇُهڻ جي بي انتها خواهش پيدا ٿي • پوءِ هن جي ٻانهن ، پنهنجي هٿ ۾ ائين ورتم ڄڻ ته نبض ٿي ڏنم • هن جي ٻانهن ۾ ڏڪٽي هئي ، منهنجي هٿ ۾ ڏڪٽي هئي • هن جو بدن ، تپ نه هوندي به ڪوسو هو • هن جي نار ، تپ نه هوندي به تکي هئي •

اتي ڪي بيمار عورتون ڪونڙيءَ ۾ گهڙيون • مون هن جو هٿ ڇڏي ڏنو • هن کي نسخو ڏنم ۽ هوءَ دوا وٺي هلي وئي •

ٻئي ڏينهن هوءَ وري شام جو آئي. وري منهنجي دل ڌڙڪي، وري منهنجو رت ٻيڻو ٿيو، وري هن کي ڇاڙيءَ ۾ ڏٺم، وري هن کي ڇهڻ واسطي نبض ڏسڻ جو نمونو اختيار ڪيم. هوءَ مرڪندي رهي، شرميلي نگاهن سان ڏسندي رهي. پوءِ هن جو هٿ، پنهنجي هڪڙي هٿ ۾ جهلي، ٻئي سان ان جي ترِي کوليم. هٿ وديا ته ڪونه ڄاڻان، پر هن جي هٿ جون ليڪون ڏسي، فقط ايترو چيم (جو اتفاق سان هئو به سچ) ته "تنهنجي هٿ ۾ هيءَ ليڪ اهڙي آهي، جهڙي منهنجي هٿ ۾ پڻ آهي."

"اها ڇاجي ليڪ آهي؟" هن جي چپن مان سرندو وڳو.
"اها ته مون کي خبر ڪانهي، پر انهيءَ مان اشارو ته ڪنهن چڱي ڳالهه جو پيو ملي."

هن وري ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

مون هن جو هٿ ڪونه ڇڏيو. پر هو اهو هٿ هوريان مٿي پنهنجي چپن تي آڻي، ان کي هلڪي هلڪي، تمام هلڪي چمي ڏنم.

مون کي هن جي ناراضگيءَ جو انديشو ڄاڳيو.

پر موٽ ۾ هن، منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽ ڌيري ڌيري، پنهنجي چپن تي آڻي، ساڳئي نموني چميو.

منهنجي هٿن ۾ ڪنبڻي هئي، منهنجي چپن ۾ ڪنبڻي هئي هن جا هٿ ڏکيا ٿي. هن جا چپ ڏکيا ٿي، ڄڻ ته بسنت جي ٿڌيري ٿڌيري پرهه جو، هلڪي هلڪي هير ڪري، سهڻا سهڻا پن ۽ سايون سايون ٽاريون جهولي رهيون هجن.

هن جي موت واريءَ ڇميءَ منهنجي لاءِ بهشت جا دروازا کولي ڇڏيا. مان خوشين جي آسمان تي پهچي ويس. منهنجي زندگيءَ جي پهاڙ مان پيار جا چشما ڦٽي نڪتا. منهنجي دنيا رنگا رنگي پوپٽن سان سينگار جي وئي.

انهن گهڙين جي حادثي ۾ گم سم، پتو نه اٿم ته باقي وقت ڪيئن اسپتال ۾ گذاريم ۽ ڪيئن گهر پهتس. اهو هوش نه هوم ته ڇا پيو کاوان، ڇا پيو پيان، ڇا پيو ڏسان، ڇا پيو ڪريان! دماغ، اهو تصورپرستي وري پئي دهرائڻ چاهيو ۽ دل، مستي ۽ عجيب خوشيءَ سان ڇلڪي رهي هئي. جي ننڊ ۾ هوس ته به خواب پئي ڏٺم، جي جاڳيس پئي ته به سهڻا سپنا سامهون هئم.

ٻئي ڏينهن، مان هن لاءِ ننهن کان چوٽيءَ تائين اوسيڙو بڻيو رهيس. دل به اوڏانهن اکيون به اوڏانهن، خيال به اوڏانهن، ذهن به اوڏانهن.

هوءَ ٽي ڏينهن ڪونه آئي. مون کي وهم ۽ انديشا ويڙهي ويا. ڪٿي ناراض ته نه ٿي ويئي، ڪٿي پڇتايو ته نه اٿس، ڪنهن کي شڪ ته نه پيو آهي ۽ هن جي مائٽن کي ته نه ٻڌايو اٿس!

چوٿين ڏينهن هوءَ آئي. ٿلهندي، ساهه سر صدقو ڪرڻ واريون وکون کڻندي. مان ته هاڻي هن کي برقعي ۾ ڍڪيل هوندي به سڃاڻي ٿي ويس. هن جي هلڻ ۾ رقص جو اڻ لکو رنگ رچيل هو.

وري اڪيلائي ٿي. هيٺريون صديون (هئا ته ڇڙا ٽي ڏينهن) نه اچڻ جي شڪايت ڪيم. اڄ کلي طرح پيار جو اظهار ٿيو ۽ هڪ ٻئي کان شخصي خبرون چارون پڇيوسين.

اوچتو ڪنهن مائيءَ جي اڇل جي آهٽ ٿي. ٿپ ٿپاسڻي جا منهنجي هٿ ۾ هئي، هڪدم ڪري هن جي وات ۾ وڌم، ڇو ته بخار ٿي ڏٺومانس. مائيءَ کي نه رڳو ڪِري پڇڻي هئي، سا پڇي موٽي وئي.

اهو ڪيئن ٿيو؟ ان لاءِ سوچيو ته ڪونه هوم. جئن ئي مائي ڪوٺڙيءَ مان نڪتي، مان، مومل (اهو پيار جو نالو رکيو هومانس) جي وات مان ٿپ ٿپاسڻي ڪڍي، پنهنجي هٿن سان هن جو چهرو مٿي ڪري، هن جي چپن تي ڀرپور چمي ڏئي ورتي.

هن ڪنڌ هيٺ ڪري ڇڏيو ۽ خاموش رهي.

مان به ماٺ ۾ هن ڏي نهاريندو رهيس. منهنجي دل ۾ ڪجهه انديشا جاڳيا.

”ڇو ماٺ ٿي وئينءَ؟“ مون پڇيو.

”ڪير ڏسي وٺي ها ته؟ هن چيو.

”اهڙو ڇريو مان به ڪونه آهيان.“

”ڪم ته ڇرين وارا پيا ڪريو. ڀلا هي تنهنجي هٿ وارو ٿرماميٽر پڇي پوي ها ته؟“

”واهه، توکي ٿرماميٽر پڇڻ جو ته اونو آهي، پر منهنجي دل ٽٽڻ جو خيال ڪونه اٿئي.“

هن کليو، مون کليو، دنيا جي هر گل کليو، چنڊ کليو، تارن کليو، ساري سنسار کليو. زمين کان آسمان تائين، افق کان افق تائين گهنگهرو گونجڻ لڳا.

پوءِ پيار جو پودو وڌي وڻ ٿيو. ٽڙ مان ٽاريون ٿيون،

ٺارين تي ڳڙنج ٿيا، ڳڙنجن مان پن ٿيا، پوءِ ٻور ٿيو، ٻور مان مکڙيون ٿيون، مکڙين مان گل ٽڙيا، ساوڪ ٿي، سونهن ڇهڪي، سرهاڻ پکڙي.

ڪٿي ڪيئن ملندا هئاسين، ڪن جي گهرن ساهيڙين ساٿ ڏنو يا منهنجا ڪهڙا دوست همراز هئا، سي ڳالهيون مان ظاهر ڪرڻ نه ٿو گهران، ۽ نه وري اهو تفصيل ڏيڻ، ديگهه ڪرڻ درست آهي.

عام رواجي سماجي بندشون ته ضرور هيون، خوش قسمتي سان اسان جي پيار جي پڇري ۾ ڪنڊا ڪونه وڇايا ويا، اسان لاءِ پابندين جا پهاڙ ڪڙا ڪونه ٿيا، اسان ڪي وڇوڙي جي وڏين وادين ۾ ڀٽڪڻو ڪونه پيو، اسان جي وچ ۾ جدائيءَ جا ست سمنڊ حائل ڪونه ٿيا، اسان جي راهه ۾ خاص رڪاوٽون ديوار ڪونه بڻيون.

اسان جون ملاقاتون ٿوري گهڻي وٿيءَ سان جاري رهيون. انهيءَ خوش نصيبيءَ جا ڪي سبب هي هئا: هڪ ته هي وڏو شهر آهي، جتي ڪنهن واقفڪار جي نگاهن ۾ چڙهڻ ڪانسواءِ ملڻ جا هنڌ ملي سگهن ٿا. ٻيو ته ڊاڪٽر وٽ اچڻ سولو آهي، بيماريءَ جو بهانو هر وقت ٿي سگهي ٿو ۽ ڊاڪٽر ڪان پردو ڪونه ٿئي. ان ڪانسواءِ هوءَ شاگرديائي هئي، اسڪول مان ڪڏهن سوير موڪل ملندي هئس، ڪو جشن يا پڪنڪ هوندو هو، ته هوءَ اوڏهن وچ بدران منهنجي دنيا اچي آباد ڪندي هئي. هوءَ گرل گائيڊس ۾ به هئي، ان جي سکيا وارو وقت مون وٽ هلي ايندي هئي.

جڏهن هوءَ ڪاليج ۾ گهڙي ته پاڻ وڏيڪ موقعا ميسر ٿيا.

ڪي بدناميءَ جا وقت به آيا. هن جي ڪن مائٽن کي اسان جي ملاقاتن جي ڪڙڪ پئجي وئي. وڏاءُ ڪري هن جي ماءُ جا ڪن ڀريا ويا. پر ماءُ جو پنهنجي ڌيءُ ۾ پورو ڀروسو هو. هن کان پڇيائين ۽ سمجهايائين. ڳالهه اتي ئي درگذر ٿي وئي. مردن تائين معاملو ڪونه پهتو.

مون کي خيال ايندو هو ته هتي سماج جي بندشن ۽ پابندين ڪري، پيار ڪندڙن کي لڪ چڇپ ۾ اوندهه ۾ ڪرڻيون، ويران جڳهين ۽ بند دروازن پٺيان ملاقاتون ڪرڻيون پون ٿيون. ورنه پيار جهڙي عظيم، سچاويڪ ۽ نفيس جذبي جي خوشين ۾ چار چنڊ لڳي وڃن، جي پيار ڪندڙن کي آزاد ذهن ۽ هلڪي من سان درياهن، سمنڊن، باغيچن، گلن جهڙالن ڏينهن، برسات جي رُت ۽ چانڊوڪين جي نظارن جي پس منظر ۾ ملڻ ۽ ماڻڻ تي پابنديون نه هجن.

هوءَ چوندي هئي ”مان ته توهان کي ٻهرين پيري ڏسڻ سان ئي توهان کان متاثر ٿي هئس ۽ اهاني بهاني توهان جي درشن لاءِ توهان جي اسپتال ۾ ايندي هئس. پر توهان جي دل جي تارن کي ڇهي ڪونه سگهيس. پاڻ ٿئي شيشي پڇڻ جو، جو پاڳ ڪليو. اها به نوڪي ڏسڻ جي شوق، بيوسي ۽ گهٻراهٽ ڪري هتن مان کسڪي وئي هئي.“

مان وراڻيندو هوس: ”مون کي ته ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ ته صدين کان منهنجو روح تنهنجي تلاش ۾ هو.“

پر ڏينهن لاڳيتو ته ملندا هئاسين، ته اهڙي بيقراري

ٿيندي هئي ، جو خط ذريعي پنهنجي پيار جي اڻ کٽ جذبن جو اظهار هڪ ٻئي کي لکي موڪليندا هئاسين. ڪڏهن ته ملڻ واري ڏينهن تي وري خط لکڻ جي ضرورت محسوس ڪندا هئاسين.

اسان ٻئي اڪيلا گڏ ڪڏهن به سئنيما تي نه وياسين. پر هيئن ڪندا هئاسين، جو سئنيما ۾ ساڳيءَ قطار ۾ هوءَ پنهنجي ڀاءُ يا ڀيڻ سان ايندي هئي ۽ مان اڪيلو يا ڪنهن سنگتيءَ سان پهچندو هوس. اتي اندر هڪ ٻئي جي نظرن جي گهيري ۾ تي وهندا هئاسين. الڳ الڳ ويٺل هوندي به، ساڳئي هال ۾ محبوب جي موجودگيءَ جو احساس هڪ عجيب آسيس ڏئي ڇڏيندو هو. ان ماحول ۾ محبوب جو ساهه ۽ هڳاءُ رچيل هوندو هو. ان هوا ۾ پرينءَ جو پيار سمايل هوندو هو.

منهنجي دل چاهيندي هئي ته هوءَ مون کي "راڻو" ڪري ڪوٺي. پر هوءَ چوندي هئي ته "مون کي تنهنجو اصل نالو بيحد پسند آهي، ڊاڪٽر حبيب الله، ڊاڪٽر حبيب، تون منهنجو حبيب آهين، تون منهنجو ڊاڪٽر آهين."

هن جي پيار مون کي نين خوشين ۽ نون جذبن سان روشناس ڪرايو. عورت ۽ مرد جي سنبنڌ جو مزو تڏهن تڏهن حاصل ٿئي ، جڏهن ساٿي، جذبن جي موت جذبن سان ڏئي، هو ساٿيءَ جي هر خواهش ۾ خوشي ڏيکاري ۽ احساس پيدا ڪري ته هو ان ۾ پوري دلچسپي وٺي رهيو آهي ۽ لطف ماڻي رهيو آهي. اهڙو رد عمل فقط پيار جي حالت ۾ ممڪن آهي.

هوءَ منهنجي هر خواهش، هر فرمائش، هر امنگ هر تمنا جي اهڙي تہ شوق سان پورائي ڪندي هئي ۽ ايتري تہ خوشي حاصل ڪندي هئي ۽ اهو بہ محسوس ڪرائيندي هئي تہ هوءَ خوشي حاصل ڪري رهي آهي، جو منهنجو انگ انگ ٺري پوندو هو، منهنجي روح جو ذرو ذرو راحت سان ٽمٽار ٿي ويندو هو، منهنجي رڳ رڳ ۾ رباب جي سُرن جون ڪتڪتايون ٿينديون هيون.

مان سوچيندو هوس تہ بہ انسان، جي هڪ ٻئي کي ايترو چاهين ٿا، هڪ ٻئي جي پيار ۾ ٻڏل آهن، هڪ ٻئي جي سات ۾ اڻ مئي خوشي محسوس ڪن ٿا، اهڙي خوشي جا هن دنيا جي ڪنهن بہ ٻي چيز ۾ ماڻي نہ هجي، انهن کي چونہ هميشہ لاءِ، يا جيستائين هو ٻئي چاهين، گڏ گذارڻ ڏنو وڃي؟

منهنجي پيار جي ڪهاڻي اڌوري رهجي ويندي، جي مان هن جي جسم جي سڳنڌ جو ذڪر نہ ڪندس. هن جي جسم ۾ اهڙي سرهاڻ هئي، اهڙو سڳنڌ هو جو فقط هن جي جسم ۾ هو، ۽ جو بيحد وڻندڙ، تازو ۽ مست ڪندڙ هو. پوڄاري، ديوين آڏو اگر بتيون ۽ ڪافور ٻاري خوشبوءِ ۽ واس ڪندا آهن، پر منهنجي مومل تہ خودئي خوشبوءِ جي ديوي هئي، جنهن منهنجي دنيا، منهنجي حياتي، منهنجو سرير منهنجو ساهہ، منهنجو روح خوشبوين سان ڀري ڇڏيو هو.

مان محسوس ٿو ڪريان تہ هن ڪهاڻيءَ ۾ مان پنهنجي مومل جو ڪردار اُڀاري ڪونہ سگهيو آهيان. ان لاءِ ننڍي ڪهاڻي ڪافي نہ آهي، ان لاءِ مون کي ٻي ڪهي ڪهاڻي لکڻي

پوندي، نه، ڏکي ڪهاڻيءَ مان به ڪم نه ٿيندو، هن جو ڪردار پوري طرح پڌرو ڪرڻ واسطي، مان ناول لکندس.

پيار منهنجي دنيا بدلي ڇڏي هئي ۽ منهنجي حياتيءَ ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو هو. مان پنهنجو پاڻ تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻ لڳو هوس. بدن جي چنبڙ ڦوڪ، هار سينگار، ڪپڙن لٽن ۽ فئشن جو پورو پورو خيال ڪرڻ لڳو هوس. هن جو سهڻو ساٿ ماڻڻ کانپوءِ، دنيا منهنجي لاءِ باغ باغ ٿي پئي ۽ منهنجي حياتي بهار ٿي بهار. گلن سان لڳاءُ وڌي ويو، چانڊوڪيءَ ۾ نئون مزو اچڻ لڳو، پرهه ڦٽيءَ جي سونهن سرس نظر اچڻ لڳي، ۽ منهنجي ننڊ سندر سپنن سان سينگاريجي وئي. اڄڪلهه مون ۾ هڪ نئين عادت پيدا ٿي ۽ اها هئي ”پنهنجي منهن مرڪڻ“ جي. هلندي، وهندي، سمهندي، اڪيلائيءَ ۾، ڪچهريءَ ۾، مومل جي ڪا پياري حرڪت يا مزيدار گفتگو ياد اچي ويندو هو ته پاڻ مرادو مرڪڻ لڳندو هوس.

مان جو اڳ منجهيل ۽ ويڳاڻو رهندو هوس، سو هاڻي سرهو گذارڻ لڳس، دوستن وٽ وڃي ڪچهرين ۾ چاهه وٺڻ ۽ ڳالهه ڳالهه تي ٽهڪ ڏيڻ لڳس. دوست مون کي منهنجي ڇهري تي نئين رونق جي سوچنا ڏيڻ لڳا. مون کي دنيا جي هر شئي ۾ خوشي ۽ سونهن نظر اچڻ لڳي. هر انسان کي خوش ڏسڻ جو تمنائي ٿي پيس.

مان بيمارن کي به گهڻي چاهه ۽ همدرديءَ سان چڪاسڻ لڳو هوس. هنن کي پڻ منهنجي وهنوار ۾ وڌيڪ تسلي ٿيڻ لڳي هئي، ۽ هنن جو تعداد وڌڻ لڳو هو. منهنجي آپت ۾ به خاصو واڌارو ٿي ويو هو.

خير خيرات ڏيڻ ۾ به منهنجو هٿ کليو ٿي ويو.

مان پنهنجي گهر واريءَ ٻارن تي تمام گهڻو ڌيان ڏيڻ لڳو هوس. منهنجو روح جو خوش هو ته سڀني واسطيدارن کي خوش ڪرڻ جا جتن ٿي ڪيم. ٻارن سان ته اول ڏي مون کي بيحد لڳاءُ هو، پر هاڻي هنن لاءِ ڏول، رانديڪا ۽ شيون، زال واسطي سوکڙيون، ڳهه ۽ لٽا ايترا آڻي لڳس جيترا اڳ ڪڏهن به نه ورتا هئم. هنن کي خوش رکڻ ۾ ڪا ڪسر ڪونه ڇڏيندو هوس. زال سان ناتن ۾ به گرمجوشي وڌي ويئي هئي. هن جو هر انگل، منهن ۾ گهڻج وجهڻ بنا، پورو ڪندو هوس.

گهر جي ڏاهه ڏوهه جو به ڏاڍو شوق ٿيو. فرنيچر، پردا هنڌ، چادرون، ريڊيو، ٽيليويزن، تصويرن ۽ ٻئي سامان سان هر ڪمرو سينگاري ڇڏيو.

اسان جي پيار کي خير جا ڇهه سال ٿي ويا.

ٻوءِ هڪ ڏينهن، منهنجي غفلت ڪري، مٿيون خط منهنجي زال جي هٿ اچي ويو، جنهن تتل تيل جي ڇنڊن وارو ڪم ڪيو.

هوءَ ڪروڌ ۾ ٻرجي وئي ۽ رقابت هن کي انڌو ڪري وڌو. هوءَ چرين وانگر ٻيچ ٻاهه ڪرڻ لڳي. فرنيچر، ٽيلويزن ڪبٽ، ٿارڌو (ريفريجيٽر) شيشا، ريڊيا، چيني‌ءَ جو سامان ڀوڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيائين. سڄو گهر ڊانوانڊول ڪري، وڃي مومل جي گهر رسي ۽ سڏو وڃي هن جي پيءُ کي اهو خط ڏيکاريائين. هو طيش ۾ اچي ويو ۽ سوٽي کڻي

اڇي موٽل کي ورتائين، ۽ هن جا هڏ گڏ پڇي وڌائين . اها ڳالهه مون کي اسپتال ۾ ئي معلوم ٿي وئي .

مان جڏهن اسپتال مان گهر پهتس ته اتي پنهنجي برباديءَ جو نظارو ڏٺم .

منهنجي زال هڪڙي چٺي ڇڏي وئي هئي. ان ۾ لکيو هئائين : ”مان ڪا چٺي ۽ جاهل عورت ڪونه آهيان جو ڳجها ڳوڙها ڳاڙيندي، تنهنجي بدڪرداري صبر سان سهي وڃان . هاڻي تون ٻارن کان به سڪندين. وري ڪڏهن به هنن جو منهن ڏسي نه سگهندين . ٻي شاديءَ جي اجازت به ڪونه ملندءِ . جي مون کي طلاق ڏنءِ تڏهن به مان توکي اهڙو خوار ڪندس جو ڪوبه توکي پنهنجي نماڻي ڏيڻ پسند ڪونه ڪندو . مان تنهنجا ڪرتوت وڃي ٿي تنهنجي ان ڪميٽيءَ جي پيءُ کي ٻڌايان . ساري شهر ۾ خواري ٿي ڪيانءِ، ڪو تو وٽ علاج لاءِ ڪونه ايندو، توکي هي شهر ڇڏڻو پوندو، مان تنهنجي زندگي زهر بنائينديس .“

هوءَ ٻارن کي وٺي ٻئي شهر ۾ پنهنجي ڀيءُ ماءُ وٽ هلي ويئي هئي .

مان پنهنجي اونداهي آئيندي ۾ ڪنهن روشن ڪرڻي جي ڏهني تلاش ڪرڻ لڳس .



حيدرآباد، ٢- ڊسمبر ١٩٧٣ع

# اصلي ڏالا

هن جي ڪاوڙ جو سبب هن جي ذاتي ناليءَ تي ٽيڪا ٽپڻي هُجي، يا عربيءَ تي اعتراض، يا منهنجا ويچار، يا گهربل دوا جو نہ ملڻ، يا رت جو وڌيل داٻ (بلڊ پريشر)، سو توهين پاڻ هن ڪهاڻيءَ مان پروڙيندا.

هن جي منهن مان ٿڪاوٽ ۽ بيوسي بکي رهي هئي. هو ڄڻ تہ دنيا جهان کان بيزار هو. مون کي پڪ هئي تہ بريل بيادل اجهو ٿو گجڻ شروع ڪري، اجهو ٿو وسڻ شروع ڪري.

آيو تہ رڪشا ۾ هو، پر ائين پئي سهڪيو، ڄڻ تہ ڀڄندو آيو هو، يا چاڙهي چڙهي پهتو هو. هن جو ٻاهر نڪتل پيٽ، ڌوڻيءَ وانگي پئي سسيو ۽ ڦنڊيو.

مون کي بيمارڪان فارغ ٿيندي ڏسي، ڇوڻ شروع ڪيائين:

”ميان صاحب! سڄو شهر نوسيو اٿم، هڪ هڪ دڪان تي ويو آهيان، پر دوا ائين گم ٿي وئي آهي، جئن گڏهہ جي مٿي تان سنڱ. ڀهرين تہ پنهنجي پٽ کي موڪليم. اهو رلي پني آيو. خيال ڪيم تہ متان هن چڱيءَ طرح تلاش نہ ڪئي هجي، ان ڪري مان پنهنجي سر ڳولڻ نڪتس. قيمت کان وڌيڪ ڏوڪڙ بہ آڇيم، پر دوا نہ ملي.“

ٻڪساهيءَ ڳالهائڻ ڪري، هن جو سهڪو وڌي ويو.

”چاچا، توهين دم پٽيو تہ پوءِ ٿا ڳالهايون.“ مون چيو.

مون مريض کي سٿي هنئي.

”چاچا، مون توهان کي ڪيترا ڀيرا ٻڌايو آهي ته هاڻي دوائن جا نالا بدلجي ويا آهن. دوا ساڳي هوندي، پر ٻئي نالي سان ملندي.“

”توڙي دوا ساڳي هوندي. تون ٻڌاءِ ته مان اهاڳالهه ڪيئن مڃان. پنجن سالن کان ويليم دوا کائي رهيو هوس. ان کائڻ سان منهنجي مٿي جي پنواڙي لهي ويندي هئي، ذهني پريشاني ۾ گهٽتائي ٿيندي هئي، ننڊ گهٽي ۽ گهري ايندي هئم ۽ بلڊ پريشر به ٺيڪ رهندو هو. مطلب ته پاڻ کي نوبنو محسوس ڪندو هوس.... ۽ هاڻي هيءَ دوا، ڇا ته نالو وٺوس....“

”ڊاياز يپام.“ مون چيو.

”ها، ڇئه ته اٿين ته اها ساڳي ويليم آهي، رڳو نالو بدليو اٿس؛ ان دوا جي ٽڪين جون ٻه شيشيون ختم ڪري چڪو آهيان، ٻيٽو ٻيٽو وزن کاڌو اٿم، پر ذرو جو به اثر ڪري نٿي. سو مان ڪيئن مڃان ته دوا ساڳي آهي. هاڻي مون کي سمجهايو ته سڀ ته هي دوائن جي بدليل نالن، اصلي نالن، نقلي نالن جو قصو آهي ڪهڙو؟“

هي پيرسن مولانا، منهنجو پاڙيسري هو. مون کي ڏاڍو پائيندو هو، مون تي وڏڙن واري شفقت هئس، ۽ منهنجي ڪن ويچارن تي مون کي ڇنڀيندو به هو. هو ڪجهه وقت کان رت جي وڌيل داٻ جو مريض هو.

مون سندس سوال جي جواب ۾ ٿوري ۾ سمجهائي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي:

"دوائن ۾ جيڪي ڪيميائي جزا آهن، انهن جو نالو، ان دوا جو اصلي نالو آهي. ان کي انگريزيءَ ۾ جنرڪ نيم چئجي. حقيقت ۾ جنرڪ جو مطلب آهي ’نسلي‘ ان ڪري ’اصلي نالي‘ بدران ’نسلي نالو‘ چوڻ صحيح آهي. دوائون ناهيندڙ ڪمپنيون ڇا ڪنديون آهن، جو دوا جو نسلي نالو لکڻ بدران، پنهنجو ڪو هٿراڌو نالو رکي، بزار ۾ ان دوا جو وڪرو ڪنديون هيون. ان کي ان دوا جو ’واپاري نالو‘ يا ’بزاري نالو‘ يا ٽريڊنيم چئبو آهي. هاڻي حڪومت انهن ڪمپنين کي حڪم ڪيو آهي ته دوا جو نقلي نموني وارو ’بزاري نالو‘ نه رکن، ۽ ’نسلي نالو‘ لکي، پوءِ بزار ۾ وڪري واسطي موڪلين."

"پر ائين ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو؟" مولانا بي صبريءَ مان پڇيو.

"دوائن جي ’نسلي نالي‘ تي زور ڏيڻ جو اصل مقصد اهو هو ته دوائون سستيون ٿين. جڏهن نالي مان مريض ڏسندو ته دوا ته ساڳي آهي، پوءِ هڪڙي ڪمپني، ٻي ڪمپنيءَ جي ڀيٽ ۾، ان جو ملهه وڌيڪ وصول ڪري ٿي، ته هو هرويرو مهانگي ڪمپنيءَ واري دوا نه وٺندو. ان ڪري سڀ ڪمپنيون، دوائن جون قيمتون مناسب مٿاڇري تي رکنديون. اڳي ساڳي دوا جي جدا جدا ’واپاري نالن‘ ڪري، عام ماڻهو ان ڳالهه کي سمجهي نه ٿي سگهيو."

"اصولي طرح ته اها ڳالهه معقول ۽ مناسب پئي لڳي، پر هتي جو چور بازاري ڪندڙ ۽ ناجائز نفعو وٺندڙ واپاري

۽ رشوتي ڪامورو به وڏو پلستر آهي . مون کي پنهنجي ٽي آزموديل مان خبر آهي ته دوائون نه رڳو سهانگيون ڪونه ٿيون آهن، پر انهن جو معيار به گهٽجي ويو آهي.“ مولانا چيو.

”ٻي ڳالهه به آهي. ڊاڪٽريءَ جي شاگردن کي ڪورس ۾ دوائن جا ’واپاري نالا‘ ڪونه پڙهايا يا سيکاريا ويندا آهن. هنن کي نسلي نالا ئي سيکاريا ويندا آهن. ان ڪري ڊاڪٽر ٿيڻ کان پوءِ، هنن کي ’واپاري نالا‘ ياد ڪرڻ لاءِ مٿو ڪونه مارڻو پوندو، جنهن هن کان اڳ ڪرڻو ٿي پيو. باقي اسان پارا پراڻا ڊاڪٽر، جيڪي ورهين کان وٺي، دوائن جي بزاري نالن تي هري ويا آهيون، تن کي نئين سر دوائن جا نسلي نالا ياد ڪرڻ جي جاکوڙ ڪرڻي پوي ٿي.“

ان مهل هڪڙي پوڙهي مائي، پنهنجو پوٽو ڏيکارڻ آئي. مون هن کي چڪاسي، نسخو لکڻ لاءِ جڏهن مائيءَ کان ٻار جو نالو پڇيو، تڏهن مائي منجهي پئي ۽ چيائين:

”ابا مار پوين، اڄڪلهه الائي ڪهڙا نالا ٿا رکن. هي ٻارهن مهنن جو اڇي ٿيو آهي، پر مون کي ته هن جو نالو سمجهه ۾ نه ٿو اچي، الائي ڇا ٿا چونس....“

”اسلم.... اسلم.... اسلم پرويز!“ پوڙهيءَ سان گڏ آيل ڏهن سالن جي پوٽيءَ پنهنجي هوشياري ڏيکارڻ خاطر وچ ۾ ٽپي چيو.

”اسلم پرويز؟“ مون چيو.

”ها، ها، اسلم پرويز!“ ڇوڪريءَ به چيو.

پوڙهي هلي وئي.

منهنجي دل ۾ هڪ نئون ويچار آيريو.

"چاچا، منهنجو خيال آهي ته اسان کي به پنهنجا نالا، اصلي ۽ نسلي رکڻ کپن."

هن مون ڏي ائين نهاريو ڄڻ ته ڳالهه سمجهه ۾ ڪونه آيس.

"ميان صاحب، ڇا ٿو چوين؟"

"منهنجو مطلب آهي ته سنڌين کي پنهنجا نالا سنڌي رکڻ کپن. جي وڏا پنهنجا نالا مٽائي نه ٿا سگهون تڏهن به گهٽ ۾ گهٽ پنهنجي ڇمڙڙ ٻارن جا نالا ته سنڌي رکون."

"تنهنجيون ڳالهيون سمجهڻ سولو ناهي. وري الائي من ۾ ڇا اٿئي؟"

"چاچا سائين، جئن دوائن جي اصلي ۽ بزاري نالن جي باري ۾ ٻڌايو اٿم، تئن اسان سنڌي ماڻهن دودو، درياهه‌خان، سچو، سوڍو، تڳيو، خميسو، سچل، سدورو، مصري، سوني، سپاڳي، ڪزبانو، مومل، پاڳل، ساران، نوري ۽ جهڙا اصلوڪا نالا ڇڏي، رشيد اختر، غالب، اقبال، اسلم پرويز، طارق عزيز ارشادالحق، جهانگير، اورنگزيب، سلطانه پروين، مسرت نذير، نيلو، رخسانا، ريحانا، ياسمين، نسرين جهڙا نالا پئي رکيا اٿئون، جي اسان سنڌين واسطي نقلي ۽ بزاري لڳن ٿا."

هن جو وات ڦاٽي ويو. ڪا نئين يا حيرت واري ڳالهه ٻڌندو هو ته مولانا جو اکين بدران، وات ڦاٽي ويندو هو. ٻوڙ هن جي چپن تي اڻ اکي ديهل مرڪ پيدا ٿي. اها نشاني هئي ته نيٺ هن ڳالهه سمجهي ورتي آهي، پر ظاهر ظهور مرڪي، هو اها حقيقت ظاهر ڪرڻ نه ٿو گهري. ان ڪانپوءِ

پاڻ مرادو هن جو ساڃو هٿ ، وات وڏان هاندو، ڏاڙهيءَ تي ڦرندو ، آخر ۾ سڀ جي صورت ۾ ختم ٿيندو هو . شايد اهو عمل پڻ چهري تي ظاهر ٿيندڙ جذبن کي لڪائڻ لاءِ هو. پوءِ چيائين :

” يعني اسين سنڌي ، نوان نوان ۽ اوپرا نالا رکڻ لڳا آهيون. آهي ته اهاڳالهه برابر، پر ائين ڇو ٿيو آهي؟“

” ان ڏس ۾ فلمن جو وڏو اثر آهي. ائڪٽر، ائڪٽريسن، هيرو ۽ هيروئنن جا نالا رکجڻ ۾ اچڻ لڳا. جهڙي ريت دوائن جو ملهه وڌائڻ واسطي انهن جو بزاري نالو رکيو ٿي ويو، اهڙي طرح اسان به بزاري جنس بڻجڻ، يعني ماڊرن ۽ فئشن وارا سڏجڻ لاءِ بزاري نالا رکيا . حالانڪ اهڙا نالا ، اسان جي وڏڙن کي وڻڻ به ڪونه ٿا اچن. ائين به ٿي سگهي ٿو ته پاڻ کي سنڌي سڏائڻ ۾ بيعزتي يا جوکو ٿي سمجهيوسين. يا سنڌي نالا چٽڪا ٿي پاسيا. يا غيرن ۾ مقبول ٿيڻ خاطر، پنهنجن نسلي نالن جي قرباني پئي ڏني اٿئون. پيو ته ٺهيو، پر ڪيترا سنڌي اديب ۽ شاعر به پنهنجا ادبي نالا ۽ تخلص نقلي رکڻ کان دامن بچائي نه سگهيا. نالي پٺيان شهر جي لحاظ کان حيدرآبادي، مورائي، ناٿنشاهي ، دادوي، سجاولي ۽ جو پڇ ڳنڍڻ، پڻ جي انڌي نقل جو مثال آهي. يا پنهنجا اهڙا تخلص رکڻ، جي غير سنڌي لفظ هجن يا جن ۾ هلڪڙائي مايوسي ، نا اميدي ، بي عملي ۽ قدامت پرستيءَ جو تصور شامل هجي، جهڙوڪ: مخمور ، خواب ، مدهوش ، ساقي ، عاجز، مجروح ، فاني وغيره. پيو ته پاهران آيل ، صحيح يا

غلط راهون اختيار ڪري، اسان جي پيٽ ۾ اهڙي ٽڪڙي ترقي ڪري ويا ، جو اسان ۾ ڪمتريءَ جو احساس پيدا ٿي ويو. اسين هنن جي زبان ۽ عام تهذيب يعني نالا رکڻ، ڪپڙا پائڻ، پان کائڻ وغيره ۾ هنن جو نقل ڪرڻ ۾ نڪ اوچو سمجهڻ لڳاسون. ان ڪري غير سنڌي شاعرن، غير سنڌي اڳواڻن ۽ غير سنڌي تاريخي هستين ، ۽ عربي پارسي لفظن وارا نالا رکڻ لڳاسون. پنهنجي تاريخ ۽ تهذيب جي اهميت جي اڻ ڄاڻائيءَ به پنهنجن نالن کي نظرانداز ڪرڻ جو ڪارڻ بڻي."

مولانا کي پنهنجي طرف متوجهه ڏٺم ، ته وڌيڪ تقرير ڪرڻ جو شوق جاڳيم. چيم:

"سنڌي نالا رکڻ ڪري هڪ ته سچائپ ۾ سولائي ٿيندي. ٻيو ته ان ڪري اسين پنهنجي اصل نسل ۽ سڃاڻپ ۾ فخر ڪرڻ محسوس ڪنداسين ۽ ڪمتريءَ جي احساس ۾ مبتلا نه ٿينداسين. نالي جو انسان جي نفسيات ۽ ڪردار تي به اثر پوي ٿو. مثال طور پنهنجي تاريخ جي سورمن جهڙوڪ دودو، دولهه دريا خان ۽ هوشوءَ جا نالا رکڻ ڪري اسان پاڻ ۾ اهو ڪردار پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪنداسين. سنڌي سورمن جا نالا، سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌ جي وڏائيءَ جي ياد ڏياريندا رهندا."

"ها، واهه جو ياد آيو. اچوڪي اردو اخبار پڙهي ڏاڍو کلياسين. اسان واري تڪ جي ميمبر، اسيمبليءَ ۾ ڪالهه تقرير ڪئي هئي. ان جو احوال ڏيندي، هن اخبار وڏيرو اگهڻ خان بدران لکيو هو 'وڏيرو اگن خان' جو ته اردوءَ ۾

ڏ، ڳ، ۽ ڻ ٺهن ٿي ڪرن. اسان ڪي ڪل آٺي اکر لفظ تي."

"ها سائين اهو به هڪ نقطو آهي. هتي اهڙي زبان کي قومي زبان بڻايو ويو آهي، جنهن ۾ اسان مان گهڻا، پنهنجا اصلي نالا نه اچاري سگهون ٿا ۽ نه لکي سگهون ٿا. ان ڪري جي ان ٻوليءَ ۾ اسان کي پنهنجا نالا لکڻا يا وڻڻا پيا، تڏهن به اهي ڦريل هوندا. اسان جي اصلي نالن جي اصلي صورت ۽ صورتخطي قائم رهي ڪين سگهندي. ساڳي ويڌن ٿيندي هتي جي گهڻن ڳوٺن ۽ تاريخي شهرن ۽ تاريخي جڳهن سان."

"اها ته وڏي مشڪل جي ڳالهه، ڇاڪي جو اهڙي ٻولي، قومي ٻولي بڻي آهي، جنهن ۾ هن ملڪ جا گهڻا رهاڪو پنهنجو نالو به لکي يا اچاري نه ٿا سگهن."

"دنيائن جي اصلي نالن رائج ڪرڻ ۾ هتي جي حاڪمن، اڳوائن ۽ ماهرن اهو اصول قبول ڪيو آهي ته اصل اصل آهي، ۽ بازاري، نقلي يا نعريبازيءَ وارو پهلو ترڪ ڪرڻ گهرجي. انهيءَ ڪري هتي جي اصل رهاڪن، ٻوليءَ، سڀيتا ۽ ادب ۾ مٿاهون مان لڌو. انسانيت، انصاف ۽ تاريخ جي تقاضا آهي ته اصليت کي اوليت ۽ ترجيح ڏني وڃي."

"ميان صاحب، ڳالهيون ته گهڻي ئي ڪرين، پر ڪجهه عمل به ڪيو اٿئي؟" مولانا دريافت ڪيو.

"مون پنهنجي ڌيءَ جو نالو ڪونج رکيو آهي."

"ڪهڙو نه وڻندڙ ۽ مٺڙو نالو!"

"منهنجي هڪڙي دوست پنهنجي ڪڪيءَ جو نالو سچي رکيو آهي ۽ پٽ جو نالو ڪوڏ. ٻي هڪڙي

سمگنتيءَ پنهنجي ڌيءَ جو نالو ماڪ رکيو. ان تي ڪي ٽرڙا دوست ڪاڻ ۽ چٿرون ڪرڻ لڳس. تنهن تي خبر اٿو هن ڪهڙو جواب ڏنو، هن چيو جي شبنم نالو رکان ها ته سڀ خوش ٿيو ها. ماڪ، غير سنڌي لفظ شبنم جو سنڌي هم معنيٰ لفظ آهي، پوءِ ان تي اعتراض ڇو؟ مون کي ته ماڪ، شبنم کان هزار ڀيرا وڌيڪ پيارو نالو لڳي ٿو.“

”پوءِ به ڪجهه ٻڌائيو اٿمي؟“ مولانا چيو.

”ها، عربي نالا اسان وٽ ايترين صدين کان ۽ ايترو عام پئي هلندا آيا آهن، جو اسان کي اوپرا ڪونه ٿا لڳن. پر مون کي اهي به پسند ڪونه آهن. توهان ڏٺو هوندو ته ’غلام‘ ’عبد‘ اڪثر اسان جي نالن ۾ گهڻو ڪري عربي لفظن اڳيان ڪتب آندل آهن. مثال طور غلام الله، عبدالنبي، عبدالصمد، غلام سڪينا وغيره.“

”ڇو، انهن ۾ ڪهڙي قباحت آهي؟“ هن ترشروئيءَ سان پڇيو.

”آزاد انسان کي نالي ۾ ئي غلاميءَ جو ڳٽ ڳچيءَ ۾ وجهي، هن جي نفسيات تي غير سڀاويڪ اثر وڌو وڃي ٿو. ٻيو عربي نالا لکڻ ڏکيا آهن. انهن جا ڪي حرف لکجڻ ۾ ته اچن ٿا، پر اچارجن ڪونه ٿا. وڌي ڳالهه ته انهن نالن کي ڇهڻي پوڻ سان پڌرو ٿو ٿئي ته عرب، جي ڪنهن زماني ۾ اسان جا حاڪم هئا، تن جي اڃا تائين اسان ذهني غلامي ۽ محڪوميت قبول ڪريون ٿا. حالت اها آهي جو ڇڪي تاڻي، هروڀرو پنهنجو شجرو وڃي عربن سان ملايون. مثال طور

ڪلهوڙو پاڻ کي عباسي ٻيو سڏائي، ٽيو پاڻ کي قريشي ٻيو
ڪوٺي، ۽ جوڻيجو پاڻ کي انصاري ٻيو ظاهر ڪري. اهي
عادتون ڪمتريءَ جي احساس ۽ غلاميءَ جو يادگار آهن."
هن جو منهن ڳاڙهو ٿي رهيو هو.
" تو کي عربيءَ کي لوڻ نه کپي. اسان واسطي اها
سگهوري زبان آهي."
" مان عربيءَ کي ڪونه ٿو لوڏيان. مان پنهنجن جي
ذهنيت جي واڌويلا ٿو ڪريان. ڏسو نه اسان جي ڪٽنب
جي ذات آهي ڪنيڙو. ڪهڙي نه وس جهڙي ذات ۽ وڏندڙ
لفظ آهي. بابو سائين پاڻ کي ڪنيڙو سڏائيندو هو. پر ڪٿان
ٻڌوسين ته ڪنيڙو، ڪلهوڙن جي آل آهي ۽ ڪلهوڙا عباسي
آهن. ان ڪري اسين جو ٿورو وڏيڪ پڙهياسين ته پاڻ کي
عباسي سڏائڻ لڳاسين. يا توهان جو پنهنجو مثال وٺو: توهان
جي نالي 'مولانا الحاج حضرت سميع الله قريشي صوفي نقشبندي'
بدران توهان جو ڪو اصلي سنڌي سادو نالو هجي ته ڪهڙو
نه سهڻو لڳي ۽ دل کي وڻي ...."
مولانا وڏيڪ ٻڌي نه سگهيو ۽ رڙ ڪري چيائين:
" تون نندي ڪان ڏي مٽي قريل آهين، بي ادب آهين!"
هو هڪدم اٿي هليو ويو.



حيدرآباد، ١٣- ڊسمبر ١٩٧٣ع

# عمر شاديءَ جي سزا

هن کي هٿ ۾ هڙ لوڏيندو ويندي ڏسي، هن حسرت مان ٿڌو شوڪارو ڀريو. هن کي نوڪرن جي نصيب تي ريس اچڻ لڳي.

ڪو زمانو هو، جڏهن هو اهڙا اڻ پرڻيل هو، ته هن دوستن جي وچ ۾ دهل تي ڏئڪو هڻي چوندو هو:

”اڙي، مان توهان جهڙو مڇو ۽ ٻاڙيو ڪونه آهيان، جو بنا ڏسڻ ۽ بنا ڇوڪريءَ کي چڱيءَ ريت ڄاڻڻ سڃاڻڻ جي، رڳو مائٽن جي حڪم يا خوشنوديءَ خاطر شادي ڪريان. مان ته ان خيال جو آهيان ته اهو ڇوڪرو ۽ اها ڇوڪري پاڻ ۾ شاديءَ جي رشتي ۾ ڳنڍجن، جن هڪ ٻئي کي چڱيءَ طرح توري تڪي ڏٺو آهي؛ هڪ ٻئي کان شخصي طرح واقف آهن، هڪ ٻئي جي ڪردار، هڪ ٻئي جي نظرين ۽ ويچارن کي ٻڌو، محسوس ڪيو ۽ پرکيو آهي. مان ته ايترو چوڻ کان به نه ٿو هٻڪان ته اسان جي سماج کي ايترو فراخدل ٿيڻ گهرجي، جو شاديءَ جو ارادو رکندڙ جوڙي کي گهرن ناتن ۾ به هڪ ٻئي کي آزمائڻ جي اجازت هجي، جئن ان ميدان ۾ پڻ هو پنهنجي ڪن. اهڙي شادي ئي پڪي پختي، پائدار ۽ سڀاويڪ ثابت ٿيندي.“

پر هن کي اڻ ڏٺل، اڻ ٻڌل ۽ اڻ واقف ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻي پئي.

هن جي ارادن جي ديوار اچي پٽ تي پئي.

انهن نه هو، ته هو ان تي هرکيو جو ٻڌائين ته ڇوڪري پڙهيل ڳڙهيل صورت جي من موهڻي ۽ اوچي ۽ شاهوڪار گهر جي آهي. هن جي ِهن رشتي جي رسيءَ ۾ جڪڙجڻ جو هڪڙوئي ڪارڻ هو. هن کي پڪ ڏياري وئي ته پرڻجڻ کان پوء، هن کي ولايت وڃي وڌيڪ تعليم وٺڻ واسطي اسڪالرشپ ملندي. ڇوڪريءَ جو پيءُ هلندي ڇڪندي وارو هو.

اسڪالرشپ واري مرحلي تائين پهچندي پهچندي، هن جي شاديءَ کي ٽي سال ٿي ويا ۽ هڪ ٻار جنم ورتو. جڏهن هن جي ولايت اسهڻ جون تياريون مڪمل ٿيڻ تي هيون، تڏهن اوچتو ئي اوچتو زال ضد ڪيو ته مان به مڙس سان گڏ وينديس. پهرين هن کي ان ارادي تان موڙڻ ۽ سمجهائڻ جا جتن ڪيا ويا. سڀ اجايا. پوء هن کي موڪلڻ لاء ڪوشش ڪئي وئي. پر هن جي وڃڻ لاءِ حالتون سازگار ٿي ڪو نه سگهيون.

پر هن پنهنجي ٻاري ڏني. چيائين: ”هي اتي وڃي عيش ڪندو ۽ ڪنهن ولايتي بيگم سان وهانءُ ڪندو. مان ائين پنهنجي حياتي ِوهڻ ٿيڻ نه ڏينديس.“

آخر اها به ڌمڪي ڏنائين ته: ”جي اڪيلو منهنجو مڙس ويندو ته مان پاڻ کي پورو ڪري ڇڏينديس.“

هو ولايت وڃي ڪو نه سگهيو.

هن جي ارادن جي هيءَ ٻي پت به ڊهي پئي.

هيءُ هو مسٽر خدا ڏنو، جو شهر جي ڪاليج ۾ ليڪچرار هو. پرڻي کان پوء پهريان ڪجهه مهنا سک، سانت ۽ سڪ ۾ گذريا، پوءِ هڪ پيري:

هڪ ڀيري رات جو دير سان گهر موٽيو. ٻئي ڏهاڙي، گهنٽي وڄايائين. در کلڻ جو انتظار ڪيائين. ڪونہ کليو وري گهنٽي وڄايائين. وري بہ زال جي اچڻ جي آهٽ جو پڙلاءُ ڪونہ پيس. ٽيون ڀيرو لاڳيتو چڱو وقت وڄايائين. وري بہ جواب ڪونہ. پوءِ هٿ جي مٺ بنائي زور سان دروازو کڙڪايائين، جڏهن تہ اهو ڀڃڻ جي ججهڪي آئي اٿس.

هاڻي اندران ڪنهن جي هلڻ جو آواز آيو. هو سڃاڻي ويو تہ اها سندس زال نہ، پر ماءُ آهي.

در کليو.

”ڇو اما، صنوبر ڪٿي آهي؟ ننڊ اچي ويئي آهي ڇا؟“

”پٽ، ٿورو وقت ٿيو آهي جو ريڊئي جو آواز آيو پئي. مون سمجهيو تہ جاڳندي هوندي ۽ اچي در کوليندي، پر شايد جهٽڪو اچي ويو اٿس.“

ماءُ پنهنجي ڪمري ۾ وئي. هن پنهنجي ڪمري ۾ اچي بتي ٻاري. زالس ستي پئي هئي. اکيون ٻوٽيل هئس.

”صنوبر!“

”ڇا هي! ڪهڙا اچي نصيب ڦٽا آهن، جو ننڊ بہ پوري ڪرڻ نہ ٿي ڏني وڃي.“

”ضروري ڪم هو، ان ڪري اڄ ايتري دير ٿي وئي.“ هن مسڪين صورت بنائي چيو.

”مون کي ڪهڙي خبر تہ توهان جا روز روز ڪهڙا نوان ڪم اچيو ڦاسن. مان نوڪرياڻي ٿوروئي آهيان، جو ويٺي اوسيئڙو ڪيان ۽ آرام ڦٽايان.“

”روز روز ڪٿي دير سان ايندو آهيان. ڪو ڇنڇر ڇماهيءَ ۾ ئي اٿين ٿيندو آهي.“

صنوبر جو منهن سڄيل رهيو.

هن وڃي ڪپڙا بدلايا. واپس آيو. ڏٺائين ته دستور موجب صنوبر رڌڻي مان ڪاڌو ڪڍي ميز تي ڪونه رکيو آهي.

”اٺ پلا، ماني ڪٿي آهه ته کائون.“

”مان ماني کائي ڇڏي آهي. توکي کائڻي آهي ته بورچيخاني مان ڪڍي وٺي کاءُ.“

هوءَ پاسو ورائي ليٽي رهي.

هو عجب ۽ بي اعتباريءَ سان هن ڏي نهاريندو رهيو.

هوءَ ڪونه اٿي.

نوڪر ماني پچائي هليو ويو هو.

هو رڌڻي ۾ ويو. هن جي بک ته مري وئي هئي، پر ٺريل کاڌي جا ٻه ٽي گرهه پيٽ ۾ لنگهايائين.

اڄ پهريون ڀيرو هو جو صنوبر هن جو ماني لاءِ انتظار نه ڪيو هو، ۽ جاڳيل هوندي به درڪولڻ نه آئي هئي.

هن کي گهر اچڻ ۾ دير ان ڪري ٿي هئي، جو ڪن هنڌن تي ٽيوشن ملڻ جي آسري ۾ چڪر ڏيندو رهيو هو.

ماءُ ويچاري سڀ ڪجهه ڏسندي ۽ سمجهندي به ڪن لاتار ڪندي، بي آراميءَ مان ڪٽ تي پاسا ورائيندي رهي.

ان کان پوءِ، هو جڏهن به دير سان آيو، هن سان ساڳي ويڌن ٿي. ان ڪري جي اتفاق سان دير ٿي ويندي هئس ته ڪم سان هجي يا دوستن جي ڪچهريءَ ۾، هو

بي آرام ٿيڻ لڳندو هو، ۽ ٻڙندو ٻڙندو گهر ايندو هو.
اڪثر پنهنجا ضروري ڪم به اڌ ۾ ڇڏي، گهر موٽي اچي
ڪندو هو. دوستن جي زور ڀرڻ يا ٽوڪبازيءَ جي باوجود
گرم محفلون ۽ مٿل ميلو ڇڏي اٿندو هو: محض زال جي
ڪاڪل، گهڙي ۽ بد مزاجيءَ کان بچڻ لاءِ.

ساڳئي وقت نوڪر کي به تاڪيد ڪري ڇڏيائين ته
رات جو جيسين هو نه اچي تيسين نه وڃي، ۽ هن کي ماني
کارائي پوءِ روانو ٿئي.

هڪ ڏينهن ڪاليج مان آيو ته ڏٺائين گهر اندر غيرمعمولي
خاموشي آهي. رڌڻي ۾ بورچيءَ جي کنگهڪار، ٻوڙ جي
ٻڪار ۽ ڳوهيل اٽي جو سڳنڌ ڪونهي. ريڊئي جو آواز
پڻ بند آهي.

هن جي ماءُ الڳ ڪمري ۾ هئي. پنهنجي ڪمري ۾
پهتو. صنوبر سمهي پئي هئي. هن جي گهڙڻ تي پاسو به
ڪونه ورايائين. هن کي پڇڻو پيو:

”ڇو اڄ ماٺ لڳي پئي آهي؟“

بادل گرجيو:

”پاڻ کان پڇو!“

ڳالهه نه سمجهندي هو فقط نهاريندو رهيو.

صنوبر وري چيو:

”صبح جو پيسا گهرياماڻو، تو هان انوائي ويا. مون کي
ڪهڙا لک ڏئي ڇڏيا اٿو. ٿورڙا پيسا هئا، جي ڪنهن ساهيڙي
يا پاڙيسرڻ جي اچڻ جي حالت ۾ چانهه پاڻيءَ لاءِ به پورا

ڪونه هئا، ان ڪري مون پاڻ ئي ڪونه گهرائي ۽ ٻورچيءَ کي موڪل ڏئي ڇڏي. هاڻي سڀ لنگهڻ ڪيو."

"صبح جو منهنجي کيسي ۾ ايترا پيسا هئا به ڪونه، تنهن کان سواءِ اچا چوٽون ڏينهن توکي ٻه سؤ خرچ پکي لاءِ ڏنا هئم."

"ٻه سؤ، ٻه سؤ .... رپيا ڏنا هئو ته ڪهڙو احسان ڪيو، مان ڪيترن ڏينهن کان هڪڙو نئين ٻڙائين وارو جوڙو وٺڻ ٿي چاهيو، ڏيڍ سؤ ته رکيو ان تي لڳو."

"توکي جوڙي وٺڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي. اول ئي پيٽيون ڪپڙن سان ستيون پيون آهن. وڏي ڳالهه ته امان جي ايتري گنجائش به ڪانهي."

"گنجائش، گنجائش. گهر ۾ جڏهن ٻيا ماڻهو وهاريو ويٺو آهين، جن کي پيٽ ڀرڻ کان سواءِ ڪپڙا لٽا، پاڙا پتا ۽ ٻيا خرچ پکا پيا ملن، تڏهن ته وڏي گنجائش آهي. باقي مان ٻن مهنن کان پوءِ مس مس ڪپڙو خريد ڪيو ته توهان واسطي گنجائش جو مسئلو کڙو ٿي ويو."

هو سمجهي ويو ته اهو اشارو سندس پوڙهي ماءُ ڏي آهي. گهر ۾ اڪيلائي هجڻ ڪري، هن کي ڳوٺان وٺڻ واسطي هتي آندو هئائين. هن کي احساس ٿيو ته هوءَ ٻئي ڪمري ۾ سڀ ڪجهه ٻڌي رهي آهي.

هن وڌيڪ هڪ اکر نه ڪڇيو. پوئين پير موٽيو ۽ هوٽل مان وچي سيني لاءِ ڪاڏو وٺي آيو.

هن جي ماءُ، ننهن جي رکر، بي ادبي ۽ گستاخيءَ

واري وهنوار مان اول ئي ڏکويل هئي. ٻٽ جي ڪري صبر سان پئي سنائين خود پٽ جي ٻيوسي به ڏسندي پئي رهي. ننهن جا اڇوڪا ميهڻا ٻڌي، هن پٽ کي واپس موڪلڻ لاءِ چيو. پٽ پڻ بهتري ان ۾ سمجهي.

ٻه ٽي ڏينهن گذريا ته صنوبر، مڙس سان شڪايت ڪئي:
"اڪيلائي ڪاٽي ٿي اچيم، بور ٿي ٿيان، ڊپ به ٿئيم ٿو. پيو نه ته مون کي ڪا ماڻي نوڪرياڻي رکي ڏيو."

اتفاق سان پهرين تاريخ بورچي، پگهار وٺي جو نڪتو ته وري واپس نه آيو. پوءِ پتو پيو ته هو ٻئي هنڌ وڃي بيٺو آهي.

هڪ نوڪرياڻي ملي ويئي. هوءَ رڌپچاءَ جو ڪم به ڪندي هئي.

مهنو ڏيڍ گذريو ته صنوبر شڪايت ڪئي:
"هيءَ نوڪرياڻي ته چٽي آهي. ڪم چور به آهي ۽ هونئن به بي ڏٽي چور آهي. اٽو، بصر، ٻٽالون تکايو ڪنيو وڃي. مانيون ۽ ٻوڙ به ضرورت کان زياده پچائي ۽ پوءِ بچيل شين جو ڍڳ ٻڌي، پنهنجي گهر کنيو وڃي. ٻاهر جي ڪم لاءِ به ڪارگر ڪانهي. اٽي پيهائڻ وغيره لاءِ به پاڙي وارن جي نوڪر کي منٿ ڪرڻي ٿي پوي."
وري مرد بورچي رکيو ويو.

آهستي آهستي هن کي سڌ پوڻ لڳي ته هن ۽ هن جي زال جون راهون الڳ الڳ آهن. ٻنهي جي لاڙن، دلچسپين نظرين ۽ ويچارن ۾ زمين آسمان جو فرق آهي. هنن جي

طبيعتن ۾ باهہ ۽ پاڻيءَ وارو تفاوت هو. هوءَ باهہ وانگر سياءَ جي تيز هئي ۽ هي برفيلي پاڻيءَ وانگر ٿڌو.

خداڏني جي پگهار چار سئو کن هئي، جا ان زماني ۾ چڱي خاصي رقم هئي. ان کان سواءِ هن کي ٽيوشنن مان بہ سٺي اپت ٿيندي هئي، ۽ امتحانن جي منڊ ۾ بہ هن کي چڱو چوکو اجورو ملي ويندو هو. پر زال جي فضول خرچيءَ، ڪفايت نہ ڪرڻ، سگهڙ پڻ ۽ سليقو نہ هجڻ ڪري هنن جي پورت ڪانہ پوندي هئي. ان ڪري پڻ زال مڙس جي پاڻ ۾ چڪتاڻ رهندي هئي.

هاڻي تہ صنوبر جي سياءَ ۾ گهڻي تيزي اچي وئي هئي، جڻ تہ سدائين ڪاوڙيل ٿي رهي. در ڪڙڪڻ تي در کولڻ ايندي تہ بہ بڙ بڙ ڪندي ايندي ۽ ڪو اهڙو اڻٺو جملو چوندي جو اندر سڙيو وڃي. بعضي بعضي هن جي گهر اوير اچڻ ڪري، مڙس کان اجائي سجائي آڏي پڇا ڪري، پنهنجي شڪي طبيعت جو مظاهرو ڪندي هئي.

ماني مڙس کان اڳ کائي ڇڏيندي هئي. مڙس جي اچڻ تي، هن جي آڏو ڪاڏو رکي ويندي هئي. هو اڪيلو کائيندو هو. ڪڏهن جي هوءَ مانيءَ سان گڏ پاڻي نہ رکندي هئي يا رکڻ وسري ويندي هوس ۽ ضرورت پوڻ تي، هو سڏي پاڻيءَ جو گلاس آڻڻ لاءِ چوندو هوس تہ هوءَ غصي مان اهڙي ڇهڙ ڏيندي هئس ۽ ايترو بڙ بڙ ڪندي هئي جو خداڏني کي افسوس ٿيندو هو تہ اجايو پاڻي گهريم. پوءِ اڪثر ائين ٿيندو هو، جو ماني کائيندي، پاڻيءَ جي ضرورت پوڻ تي،

هو نوڪر کي واڪا ڪري سڏيندو هو ۽ هن کي پاڻي آڻڻ لاءِ چوندو هو. جي نوڪر نہ هوندو هو يا سڏ ڪونہ ٻڌندو هو، تہ هي پاڻ اٿي مانيءَ مان اٿي، گلاس کڻي وڃي دلي مان اوتي پيئندو هو ۽ ٻيو گلاس ڀري، پرسان اچي رکندو هو: زال جي ميڻ ميڻ کان بچڻ لاءِ هن جي بد مزاجيءَ کان بچڻ لاءِ، هن جون ست سريون ٻڌڻ کان بچڻ لاءِ.

خدا ڏني ڪيترائي لڱا زال سان شڪايت ڪئي تہ مان جڏهن ڪاليج وڃڻ لاءِ تيار ٿي ڪپڙا پايان ٿو، تڏهن ڏسان ٿو تہ قميص يا سوٽ جا ٻٽڻ ڇڳل آهن ۽ ان وقت ٻٽڻ ٽانڪجڻ ڪري مون کي دير ٿي ٿي وڃي. ان ڪري ڌوٻيءَ وٽان ڪپڙا اچڻ تي، چڪاسي ۽ ضرورت واريون ٻٽڻيون ٽانڪي ڇڏيندي ڪر. پر اٿين ڪڏهن ڪونہ ٿيو. وڃڻ وقت جي هو ٻٽڻيون هٿڻ لاءِ تڪڙ جون رڙيون ڪندو هو تہ موٽ ۾ ٻڙ ٻڙ ۽ چڙٻون سهڻيون پونديون هئس.

ان ڪري ڪيترا ڀيرا زال جو مزاج مناسب نہ ڏسي، ماٺ ماٺ ۾ ٻنا ٻٽڻ لڳرائڻ جي ڪپڙا پائي ويو ۽ حالانڪ ان حالت ۾ ڪلاس آڏو اگهاڙپ ظاهر ٿيڻ جو هر ڪو امڪان هوندو هو.

ٻہ چار ڀيرا هن سان گڏ ڪم ڪندڙ ڪي پروفيسرياڻيون ۽ هن جون ڪي شاگردياڻيون هن سان گهر تي ملڻ آيون هو ڇا آيون، هن واسطي قيامت جو پيغام ڇڏي ويون!

هن کي صنوبر جي اهڙي ست سري ٻڌڻي پئي، جنهن جي ڪوڙن جو ذائقو ڪيترن ڏينهن کان پوءِ بہ قائم رهيو.

”هن رنڍين کي هٿي اچڻ جو ڪهڙو ضرور هو جي توسان رنگ رليون ڪرڻيون اٿن ته ٻيون جڳهيون ڪٿيون آهن. مان ته تهنجي پرڪارن کي سمجهيو ويٺي آهيان. هي جو تون گهر مان سچا سچا ڏينهن غائب ٿو رهين، يا مون کي پيسو ڏيڻ کان ڪيٻائين ٿو، سو آخر ته ڪٿي خرچ ٿئي ٿو....“

هن سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن کي ڳالهائڻ ڇو ٿي ڏئي، يا ٻڌي ڪٿي ٿي! هوءَ ته پنهنجي جوش ۾ الزامن جون ڪهاڙيون وهائيندي رهي. گهر جي ههڙي ماحول مان ايتري حد تائين بيزار ٿيو، جو وقتي سنجيدگيءَ سان آتم هتيا ڪرڻ جو سوچيندو هو.

هاڻي گهر جي دوزخ کان دور گذارڻ لاءِ ٻاهريون دلچسپيون وڌائڻ لڳو. اهي هيون دوستن سان ڪچهريون ۽ ڊاڙا نڪاءَ، يا چانڊوڪين راتين ۽ قدرتي نظارن ۾ گهمڻ ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ وهڻ. ان ۾ به هو زال کان نرالو هو، جنهن جون دلچسپيون هيون فلمون ڏسڻ، چسو ڪرڻ، بازار ۾ وڃي اجايون سجايون شيون خريد ڪري فضول خرچي ڪرڻ ۽ ساهيڙين ۽ پاڙيسرڻين جون چانهه جون پارٽيون ڪرڻ.

گهر کان پري رهڻ لاءِ ئي هن وت کان ٻاهر ٽيوشنون ڏيڻ شروع ڪيون. هڪ هنڌان ٻئي هنڌ ويندي، هڪڙن سان مٿاماري ڪرڻ کان پوءِ وري ٻين شاگردن سان مٿي ماري ڪرڻ ۽ وري ٽين سان، وري چوٿين سان. ان طرح هن جو

وقت نہ گذري ويندو هو ، پر هن جو بدن چھور چھور ٿي پوندو هو.

هوءَ پنهنجا مائٽ ڏسي ٺري پوندي هئي، پر مڙس جي عزيزن اچڻ ڪري هن جو ٺڪر پيچي پوندو هو ، ۽ منهن ٻچڙو ٿي ويندو هوس. مڙس جا اهي عزيز بہ اهڙا ڪونہ هئا، ۽ ان ڪري وس پڄندي، هن گهر ۾ پير نہ پريندا هئا.

ساهيڙين ۽ مائٽن وٽ ، پنهنجن ۽ پراون سان ، مڙس جون سدائين گلائون ۽ شڪايتون ڪرڻ ۾ هوءَ عادت کان مجبور ٿي ڏٺي :

” پورا پيسا نہ ٿو ڏئي ، مائٽن جو پيٽ پيو ڀري، گهر ۾ سک ٿي نہ ٿو اچيس ، ٻاهر جي دلچسپين ۾ پنهنجو گهر اجاڙي ڇڏيو اٿائين. مون ڪي نہ ليکي ٿي ڪونہ ٿو.“

زال ۽ مڙس ۾ ويڇو وڌندو ويو . هو هاڻي سمهندا بہ الڳ هئا. مڙس جون پيار جون تمنائون ، امنگ ۽ جذبا دم ٽوڙيندا رهيا . هن جي دل پيار جا بہ چار ٻول ٻڌڻ واسطي آتي رهندي هئي . هو خود پيار جي اظهار ۾ ڪو رنگين جملو چوڻ چاهيندو هو ، پر چپن تي آڻي نہ سگهندو هو . گهڙي گهڙي هڪ گهاءُ هئي.

هن جي دل چاهيندي هئي تہ بستري تي هن جو پهلو اُئين خالي نہ هجي ، هوءَ هجي ۽ هن جو چهاءُ سندس دل جي دنيا آباد رکندو اچي .

ڪم تان موٽڻ تي، خوشيءَ جي مرڪ ۽ پيار جي ٻول سان آجيان ٻڌران ، هن کي بد مزاج زال جي سخت سياءَ جا

ميلاهه سهٺا پوندا هئا، ۽ گهر ۾ هوندا هئا بڙ بڙ، مڻ مڻ، هٿڏين، چڙ ٻن، شڪايتن، الزامن ۽ ميهڻن جا ڪنبا.

شاديءَ کان پوءِ، جلدئي هنن محسوس ڪيو تـه هنن مان هرهڪ جي جنسياتي لاڙن ۾ پسند جـدا جدا آهي. جنهن عمل ۾ هڪڙي کي لذت ٿي آئي، تـه ٻئي کي ان ۾ ڪابه دلچسپي محسوس نه ٿي ڪئي. وري هنن جي ٻاهرين هلت ۾ نـااتفاقي ۽ طبعتن ۾ تفاوت، هنن جـي جنسياتـي جذبي تي اثر انداز ٿيا. هنن جا هي جذبا ٿڌا ٿي ويا ۽ هنن جي هڪٻئي لاءِ جنسياتي ڪشش گهٽجي وئي.

هـن گهر ۾ نوڪر جلدي جلدي مٽبا هئا. صنوبر جي نوڪرن سان اڻنگي هلت هوندي هئي. هنن تي اجائي ڦٽ لعنت ڪندي رهندي هئي ڳالهه ڳالهه تي هنن کي چڙٻون ڏيندي، چينهيندي، ٽوڪيندي ۽ بدزباني ڪندي هئي. اهڙي موقعي تي خدا ڏني جو شرم کان ڪنڌ هيٺ ٿي ويندو هو. ڪڏهن تـه نوڪر بـه ڏاڍو اڻنگو ۽ بدتميزيءَ وارو جواب ڏيندا هئس، جو ٻڌي خدا ڏني جو غصي ۽ شرم وچان منهن ڳاڙهو ٿي ويندو هو. صنوبر کي ڪڏهن ڪڏهن چوندو بـه هو تـه نوڪرن جـي منهن نـه چڙهي ۽ هنن سـان اهڙي سخت ڪلامي نـه ڪري، پر هوءَ هن کي دست اندازي ڪرڻ نـه ڏيندي هئي. وري جڏهن نوڪر نـه هوندو هو تـه ان لاءِ مڙس کي ذميوار ٺهرائيندي هئي ۽ هن واسطي باهه ٻاري ڏيندي هئي.

خدا ڏني کي اميد هئي تـه هي نا اتفاقيون ۽ غلط فهميون

وقتي آهن، نيٺ ختم ٿي وينديون، اسين هڪ ٻئي کي سمجهي ويندا سين ۽ وري ڪير ڪنهن ٿي ويندا سين. پر ائين ڪونه ٿيو. اڻ ٿت جو درياهه، صبر ۽ سڪون جا بند ڪائيندو رهيو ، ۽ جهيڙن جي اٿل ايندي رهي.

ٿي سگهي ٿو ته هن زال کي سمجهڻ جي ڪوشش نه ڪئي هجي. يا جي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي ته سمجهي نه سگهيو هو. يا جي سمجهي سگهيو هو ته پاڻ کي ان مطابق موڙڻ ۽ انهيءَ قالب ۾ وجهڻ جي ڪوشش نه ڪئي هئي. يا جي اهڙي ڪوشش ڪئي هئي ته ڪامياب نه ٿيو هو. يا اهڙي ڪوشش ڪرڻ جو منجهس ڳُڻ ڪونه هو. يا اهڙي ڪوشش هن جي وس کان ٻاهر هئي. يا اهڙي ڪوشش ۾ پڄي ڪونه سگهيو هو.

پوءِ هڪ ٻار ٿيو، ٻيو ٻار ٿيو، ٽيون ٻار ٿيو. گهر ڀرجي ويو. خدا ڏني جي دلچسپين جو مرڪز ٻار بنجي ويا. زال جي اڻ وڻندڙ روش جي ڪمي، ٻارن جي معصوم ۽ مٺڙين ڳالهين ۽ شرارتن مان پوري ڪرڻ لڳو.

هو، جو زال جي بد مزاجيءَ کان بچڻ لاءِ گهر جي دوزخ کان دور رهڻ خاطر، گهر کان گهڻي کان گهڻو وقت ٻاهر گهارڻ لڳو هو، سو موٽي ماڳ اچڻ لڳو.

پر صنوبر جو وهنوار پنهنجا تير چٽيندو رهيو. زخمن مٿان زخم ٿيندا رهيا. اهي ناسور بنجندا ويا.

صنوبر جي چيڙاڪ طبيعت جو ٻار به شڪار ٿيا.

هنن کي اهڙيون ڪچيون ڳاريون ڏينديون هئي ، جو خدا ڏنو چاهيندو هو ته زمين جاءِ ڏئي ته ان ۾ پورجي وڃي. هنن کي اهڙو بي قياسيءَ سان ماريندي هئي ، جو خدا ڏني کي خود رڙ اچي ويندو هو ، ۽ هو لڪل ڳوڙها ڳاڙيندو هو. ان وقت هوءَ ماءُ نه، پر جلاد نظر ايندي هئي .

هتي به دست اندازيءَ تي هن جي لاڪ لاٿي ويندي هئي. ان ڪري هي سور پڻ پي ويندو هو .

هڪڙو ڏيک:

خدا ڏنو اخبار پڙهي رهيو آهي . گهر جي سانتيڪي فضا ۾ گجگوڙ ايري ٿي :

” چوري، ڪاڏي وئي هئينءَ، توکي هزار دفعا چيو اٿم ته ايترو ٻاهر نه رهندي ڪر ....“

” اها .... مان عاشيءَ وٽ کيڏڻ وئي هيس.“ دٻپ ۾ ڀريل آواز لرزيو .

”کيڏڻ جي سڪي، حرامزادي، ڪميڻي، ڇڪلي جي رنڊي....“ گارين جي گٽر سان گڏ ، ٿڦڙن جو وسڪارو ٿئي ٿو.

” ٻار کي ايڏو ڇو ٿي مارين!“ خدا ڏنو رڙ ڪري چوي ٿو.

” تون مات ڪري ويهه !“

معصوم ليلائڻ :

” اما معافي !“

” اما معافي !“

” اما معافي !“

” اما معافي !“

فرشتن جي دل کي جهوبو اچي ٿو. هو اهو ڏيک ڏسي، ڳوڙها ڳاڙڻ ٿا.

خدا ڏني جون اکيون اخبار تي آهن ، پر ان وقت هو ڪوبہ اکر ڏسي ڪونہ ٿو سگهي . سندس ڇهن سالن جي ابهم ڌيءَ جي معصوم ليلائڻ جون ڪيڪون ، پگهريل شمهو بنجي، هن جي ڪنن کي جلائينديون ، هن جي دل ۾ جهير وجهنديون ، هن جي نيڻن جي درياهہ جا بند ڀڄي ، ڳلن کي ڳوڙهن جو ريج ڏين ٿيون .

هو ڳوڙها لڪائيندي، ٻاهر ورانڊي ۾ اچي ٿو.

” ڇڏي ڏي ٻار کي!“ هو سختيءَ سان چوي ٿو.

صنوبر ڪائي ويندڙ اکين سان هن ڏي ڏسي ٿي، پر ٻار تان هٿ هٽائي ٿي،

ڇوڪري ڊوڙي پيءُ ڏي اچي ٿي. هو هن کي کڻي، پنهنجي سيني سان لڳائي ٿو ، ۽ پنهنجي ڪوٺيءَ ۾ کڻي اچي ٿو.

هوءَ سڏڪا ڀري رهي آهي. پيءُ جي نيڻن جو درياهہ جاري آهي . هن جي وات مان اچا ڪو دلداريءَ جو لفظ نڪري نہ ٿو سگهي. هو مشڪل سان پنهنجا سڏڪا روڪيو ويٺو آهي .

” بابا، اما مون کي ڏاڍو ماريو آهي . اجهو هتي ڏاڍو سور پيو ٿئي.“ هوءَ پٺيءَ تي هٿ رکي ڏيکاري ٿي.

هن جي نڙيءَ مان اچا آواز نه ٿو نڪري. اڇا گلو پريل آهي. هو پيار سان ڏيءَ جي ڏڪيل پنيءَ تي هٿ ڦيري ٿو، ۽ هن جي مٿي ۽ نرڙ تي چمي ڏئي ٿو.

هن جو هٿ ڦرندو رهي ٿو. هن جي اکين مان ڳوڙهن جو درياهه وهندو رهي ٿو. ٻارڙي کي ننڊ وٺي وڃي ٿي. هن جون پريشانيون ۽ اندر جا گهاءَ جاڳي پون ٿا. هو، جو ڪلاس روم ۾ شاگردن کي زندگي سڌارڻ ۽ دنيا ۾ انقلاب آڻڻ جو سبق ڏيندو هو، سو خود ڪيڏو نه مجبور هو، ڪيڏو نه بيوس هو ۽ ڪيڏو نه ڪمزور هو، پنهنجي گهر جي ننڍڙي ۾ ننڍڙي دنيا ۾ به گهربل ڦيرو آڻي نه سگهيو هو، ان کي آباد ڪري نه سگهيو هو.

پوءِ صنوبر اچي ٿي ۽ خدا ڏني جي پاسي ۾ ستل ڌيءَ کي پيار مان کڻي، ڇاتيءَ سان لڳائيندي، هن جي چهري جي سڪل ڳوڙهن کي چمندي، پاڻهه مان چوي ٿي:
”مان مري وڃان، مون پنهنجي ٻچڙيءَ کي ايترو ماريو. مان صدقي وڃان، منهنجا هٿ ڀڄن. پر مون کي ڪاوڙ چو ڏياريندا آهيو. مان به چنبڻي آهيان، ڪيترو نه ٿوري ٿوري ڳالهه تي ۽ جلدي جلدي پارو چڙهي ٿو وڃيم.“

خدا ڏني جي نيڻن مان وري لڙڪ لڙي ٿا پون. وري هن جي ويچارن ۾ اٿل پٿل ٿئي ٿي:
”نيٺ به ته هوءَ ايتري بري نه آهي. شايد هوءَ رڳو مون لاءِ بري آهي. شايد مان هن جي تصور جي معيار تي پورو نه ماپيو آهيان. شايد هن کي پڻ خوبين

واري مرد سان لاڏون لهڻ جا سپنا ڏٺا هئا . شايد زندگيءَ جي محروميءَ ۽ نراسائن هن جي طبيعت چڙچڙي بڻائي ڇڏي آهي. منهنجي باهه ۽ زماني جي باهه هوءَ ٻارڻ سان ڪيڏي ٿي!“

صنوبر جي به هڪ پسند هئي، هن جي به هڪڙي منزل هئي. دل جو معاملو ڪونه هو، پر هوءَ انهن جي نئين ٺانگر ۽ دولت کان متاثر هئي . هن پنهنجي جيجل ماءُ کي ان پسند ۽ ان منزل جو ٻڌايو هو، پر ڪن شخصي سببن ڪري هن جي پيءُ اهو سنگ قبول نه ڪيو هو.

هن سپنا ڏٺا هئا پنهنجي مائٽن کان وڌيڪ شاهوڪار گهر ۾ پرڻجڻ جا، پر هن جي شادي ٿي ڪانئن گهٽ دولت واري ڪٽنب ۾. مائٽن سوچيو ته هڪ تعليم يافتي ۽ روشن مستقبل واري سان ٿا ڏيءُ پرڻايائون .

هو درياهه جي پڪ تي ويٺو آهي. چانڊوڪي رات آهي. آسماني صاف آهي . نه ڪڪر نه ڪارڻ . رڳو نيراڻ ئي نيراڻ؛ سونهري نيراڻ ، چمڪندڙ نيراڻ ، دلڪش نيراڻ ، نظر نواز نيراڻ. تارا، ٽمڪندڙ سون جا ٽڪرا لڳن ٿا. درياهه لتل آهي ۽ ان جو پاڻي صاف ۽ شفاف. ان ۾ چنڊ جو اولڙو لڏي لمي رهيو آهي . پرڏين ڪناري تي لڳل بجليءَ جي بلب جي روشنيءَ جي عڪس جي ليڪ پاڻيءَ ۾ لڙهي رهي آهي . هوا جي ڪري پاڻيءَ ۾ هلڪيون هلڪيون لهرون پيدا ٿين ٿيون . هن جي دماغ ۾ به خيالن جون هلڪيون هلڪيون لهرون اڀرن ٿيون . هن جي خيالن تي اڪثر هن جي بيگم سوار هوندي آهي.

هن گهڻو سوچيو هو. ڪلاڪن جا ڪلاڪ سوچيو هو. ڏينهن جا ڏينهن سوچيو هو. مهنن جا مهنا سوچيو هو. سالن جا سال سوچيو هو. هينئر به هو سوچي ٿو:

”شادي ڇا ڪيم، مان ٽيهن ڪوٺن ۾ قيد ٿي ويس، مان پنجوڙ ۾ جڪڙجي ويس، مان ڏاوڻ ۾ سوگهو ٿي ويس پنهنجي حياتي پنهنجي نه رهي، مان چرڻ پرڻ کان لاچار ٿي ويس، منهنجو ذهني سڪون ختم ٿي ويو، منهنجي آزادي ختم ٿي وئي .... منهنجي زندگي تباهه ٿي، ٻارن جي به ۽ شايد زال جي به .... اها آهي شادي! پنهنجي خوشين، خواهشن اُمنگن، ارادن ۽ جيون جي قرباني، هڪ بي معنيٰ قرباني، هڪ بي مقصد قرباني، هڪ بيڪار قرباني!“

هو صنوبر جو سڀاءُ بدلائي ڪونه سگهيو. هن جي روش ۾ ڦيرو آڻي ڪونه سگهيو. هوءَ هن تي ڇانئجي وئي هئي. هوءَ هن تي حاوي ٿي وئي هئي.

هن هزارين لڳا طلاق جو سوچيو. پر ڪجهه ڪري ڪونه سگهيو. هو ڪمزور دل هو، هو ضعيف ذهن هو. هن کي احساس هو ته ”مان پنهنجو پاڻ پنهنجي لاءِ دوزخ بنايو ويٺو آهيان.“ پر هن کي ان دوزخ مان نڪرڻ لاءِ حوصلو ڪونه هو، همت ڪونه هئي، اٽڪل ڪانه هئي.

ٻار هن جي وڏي ڪمزوري هئا. سوچيندو هو طلاق ڏيندس ته ٻارڙن جو ڇا ٿيندو. هو رُلي ويندا، هو تباهه ٿي ويندا. مان خود ٻارن کان سواءِ دماغي توازن قائم رکي نه سگهندس.

هو يورپي مفڪرن جي ان خيال سان هم خيال نه هو ته ”زال ۽ مڙس جي اڻبڻت ۽ دائمي ڇڪتاڻ، طلاق جي حالت واري جدائيءَ کان، اولاد تي وڌيڪ برو اثر وجهي ٿي.“ يورپ جو ماحول ٻيو آهي، اتي جي ڪٽنبي حيثيت نرالي آهي.

هن جي ٻئي شهر ۾ بدلي ٿي هئي. هو ٻن سالن کان هتي هئا. زال مڙس جي ناتن ۾ ڪو ڦيرو ڪونه آيو هو.

هنن ٻن سالن ۾ ڏهه نوڪر مٽيا هئا. ڪوبه نوڪر، ڪجهه ڏينهن يا ڪجهه هفتن، يا ڪجهه مهينن کان وڌيڪ نه ٿي ٽڪيو. بيگم جي بدمزاجي ۽ بدڪلامي هنن جي برداشت کان ٻاهر هوندي هئي. هو وڃي ٿي سگهيا، هو ڇڏي وڃي ٿي سگهيا، هو نوڪري ڇڏي وڃي ٿي سگهيا. هو ڪنهن ملان جي ٻن ٻولن جا اسير نه هئا.

اڄ ڏهين نوڪر کي، نوڪري ڇڏي، هٿ ۾ هڙ لوڏيندو ويندي ڏسي، هن حسرت مان ٿڌو شوڪارو ڀريو. هن کي نوڪرن جي نصيب تي ريس اچڻ لڳي. هو آزاد هئا. هو جڏهن چاهين، گهر ۽ مالڪياڻي ڇڏي سگهن ٿا.

هن کي پنهنجي ان ويچار تي خود ئي کل اچي وئي.



حيدرآباد: ١٦- ڊسمبر ١٩٤٣ع

# سنڌ ۾ طوفان

سليم ڏاڍي بيقراريءَ سان، دريءَ مان ٻاهر نهاري رهيو هو. هر لنگهندڙ ڇوڪريءَ کي ڇتائي تي ڏٺائين ۽ هر رڪشا جي آواز تي اميد تي جاڳيس. هن ۽ انيلا هڪ هوٽل ۾ ملڻ جو سٽاءُ سٽيو هو.

سليم جي هيءَ سنگتياڻي، آن آفيس ۾ ٽيليفون آپريٽر هئي، جتي هو آفيسر هو. اڄ سليم جو گهر صفا خالي هو. هن جا هڙئي ماڻٽ، ڪجهه ڏينهن لاءِ، هن شهر کان ٻاهر ويل هئا. انيلا انجام ڪيو هوس ته اچوڪي، يعني آچر رات، آچر جو سڄو ڏينهن ۽ سومر رات، ساڻس گڏ، سندس بنگلي ۾ هلي گذاريندي. سٽاءُ موجب، رات جو ائين ٻجي هو هن هوٽل ۾ گڏجڻا هئا، ۽ اتان سليم . گهر وڃڻو هون

سليم ته ائين کان اڳ پهچي ويو هو . پر هينئر ساڍا اٺ ٿيا هئا، انيلا اڃا ظاهر ڪونه ٿي هئي. سليم ان ڪري به بي آرام ٿي رهيو هو، جو آسمان وسڻ جا ويس ڪيو بيٺو هو، ۽ ور ورڪڙ وڄون ٽڪڙو ٽڪڙو چمڪات ڪري رهيون هيون. هن چاهيو ٿي ته مينهن شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي هو گهر پهچي وڃن. مينهن پوڻ جي حالت ۾، رستي تي ڦاسي پوڻ جو انديشو هو. هيءَ هوٽل نلڪ چاڙهيءَ تي هئي ۽ هن جو بنگلو هتان ٽي ميل پري لطيف آباد ۾ هو. جڏهن زوردار برسات پوندي هئي، تڏهن نلڪ چاڙهيءَ تان، آبشار جي رفتار واري تيزيءَ سان پاڻي هيٺ وهڻ لڳندو هو، ۽

ان ڪان هيٺيون رستو پاڻيءَ سان ٽرت ڀُي تار ٿي ويندو هو، ۽ نئن وارو ڏيک ڏيندو هو. سليم کي خبر هئي تہ اهڙي وهڪري ۾ لاهيءَ تان موٽر هلائڻ مشڪل هو. هيٺ اسٽيشن روڊ تي ۽ گاڏي کاتي ۾ مينهن جو پاڻي گڏ ٿيڻ وقت ڏي فوٽ کن ٿي ويندو هو. اهڙي حالت ۾ پاڻي موٽر جي انجڻ ۾ پهچي ڪري، گاڏي بند ٿي ويندي ۽ بيهي رهندي.

کنوڻ جي چمڪاٽ ۾ تيزي ايندي ٿي وئي. گجگوڙ بہ ٿيڻ لڳي ۽ هوا جي رفتار ۾ واڌارو اچي ويو هو. نيٺ نوين بجي ڌاري، هن انيلا کي وڪشا مان لهندي ڏٺو. هو ٽڪري باهر نڪتو. ان وقت برسات شروع ٿي چڪي هئي. هن جلدي جلدي وڃي پنهنجي موٽر کولي.

انيلا مرڪن جي بارش وسائيندي چيو:

”تون تہ اهڙي ٽڪر ۾ پيو ڏسجين، ڄڻ تہ گاڏي گسڻ جو انديشو آهي.“

”سگهو ٿي، اندر ويهہ ڳالهيون پوءِ ڪجانءِ.“

”الا، ڪهڙي نہ خوشگوار موسم آهي. اڄوڪي رات تہ ڏاڍي رومانٽڪ ٿيندي“

هوءَ ٽهڪ ڏيندي موٽر ۾ ويٺي.

انيلا .... عمر پنجويهہ سال، قد پورو پنو، رنگ پورو ۽ وارن جي ڪٽ مرداني، غرارو ۽ ڪلمل گچيءَ وارو چولو پهريل، پوتي سنهڙي ۽ شفاف، ڇاتيءَ جا ڪنگرا، قد بت جي لحاظ کان وڏيڪ اپريل، چهري تي تمام گهٽ ميڪ اپ خوشبوين سان پريل، مسڪراهٽن جو مجسمو، هونءَ اداس اداس نظر ايندڙ، پر سليم سان اڪيلائيءَ وقت ڏاڍي ڇاولي.

سليم .... ٽيهن سالن جو اڻ پرڻيل ڏاهوڪو جوان، قد ڊگهو، بدن تي تيئرانن جو فل سوٽ ، وڏي ويڪري ٽاء ، وارن سان ڪياڙي به ڍڪيل، وات وڏو ، چپ ٿلهيرا ۽ دائمي مرڪندڙ، سگريٽ ڇڪڻ جو شوقين، اکين ۾ تيزي ۽ شرارت،ڏسندڙ کي ائين محسوس ٿيندو ڄڻ ته چٽر پيو ڪري.
”ڏاڍي دير ڪيئي؟“ سليم موٽر ۾ وهندي پڇيو.

”وات تي ڪاليج آڏو شاگرد وڏي ميڙ جي صورت ۾ رستو روڪيو بيٺا هئا؛ ۽ جيئي سنڌ، سنڌو ديش ۽ سنڌي ٻولي قومي ٻوليء جا نعرا هڻي رهيا هئا . ان ڪري ويهه پنجويهه منٽ رڪشا واري کي رڪڻو پيو .“

تلڪ چاڙهيءَ کان هيٺ لٿا ته وسڪاري ۾ ڏاڍي واءُ اچي وئي ، ۽ آنڌي ۽ مٽيء جو طوفان شروع ٿي ويو . شهر ۾ بجلي بند ٿي وئي . طوفان ۾ خطرناڪ تيزي اچي وئي . آوازن پيانڪ صورت اختيار ڪئي : گجگوڙ ، هوا جا سوساٽ، بارش جو ٿهه ٿهه ٿمڻ، نيسارن جو وهڻ، جڳهين جي درن ۽ درين جا ڪڙڪا ، رستي تي نالي جي بورڊن ، فلمن جي اشتهارن ۽ ٻين چيزن جو ڪرڻ.

فردوس سئنما وٽ پهتو ته هن ڏٺو ته ڪي موٽر وارا بتيون روشن ڪري، رستي جي پاسي ۾ موٽرون روڪي ، بيهي رهيا هئا . هن به موٽر بيهارڻ ۾ سلامتي سمجهي . پر اڃا بيٺو ته موٽر جي ڇت مٿان شيشن ڪرڻ جا آواز ٿيا ، جي پر واري جڳهه جي درين مان ڪريا هئا ، ۽ ڏسندي

ڏسندي پاسي وارن وڪيلن جي آفيسن ۽ دڪانن جا بورڊ ۽ تختا اڏامي اچي پرسان ڪريا. اتي ئي شور ۾ هڪڙو وڏو شور اڀريو . زبردست ڌماڪو ٿيو . شايد ڪا اوچي ماڙي ڪري هئي .

هن محسوس ڪيو ته هتي به خطرو آهي . ان ڪري موٽر اڳتي وڌايائين . ٻه ٽي موٽرون ۽ ٻه ٽي رڪشائون ، وچ رستي تي پاڻيءَ ۾ بيٺل ڏٺائين. اهي شايد انجڻ بند ٿيڻ ڪري بيهي رهيون هيون .

هن هنڌ ڪني پاڻيءَ جي نيڪال واسطي وڏيون پائيپون وجهڻ لاءِ رستي وچ ۾ وڏي کڏکوٽيل هئي ، ڇهه ست فوٽ اونهي ۽ ڇهه ست فوٽ ويڪري. اها هاڻي پاڻيءَ سان پرجي وڃڻ ڪري نظر نه ٿي آئي . هو ان رستي تان ايندڙ ويندڙ هو ، ان ڪري ان جي لاهين چاڙهين کان واقف هو . پر خطرو پنهنجي جڳهه تي موجود هو. جي موٽر ٿورو به هيڏي هوڏي ٿئي ته نه موٽر جو خير ۽ نه اُن ۾ ويٺلن جو .

موٽر ٻير ٻير ۾ ، جونئن واري رفتار هلي رهي هئي . هو پوري ڌيان ۽ خبرداريءَ کان ڪم وٺي رهيو هو .

موٽر قبرستان ڀرسان، کليل ميدان واري رستي تي پهتي. هتي ڪيترون ئي موٽرون ۽ رڪشائون، قبرستان جي ڀت جي اوٽ ۾ بيهي رهيون هيون . چرندڙ گاڏي ڪا ايڪڙ ٻيڪڙ ٿي ڏٺي.

هو گاڏي هلائيندو رهيو . هن خيال ڪيو ته اهڙو تيز ۽ خطرناڪ طوفان آهي ، جو هتي بيهڻ به ڪو حادثو پيش

اچي سگهي ٿو، ۽ هو بهرحال هڪ ڏاري ڇوڪريءَ سان گڏ هو. ان ڪري ڏڪيو سگهيو، جو ڪم ڪٿي به، هر حالت ۾ پنهنجي گهر پهچڻ ضروري سمجهيائين.

هن اهو به سوچيو ٿي ته ٻيهي رهڻ جي حالت ۾ پتو ناهي طوفان هڪ ڪلاڪ هلي، ٻه ڪلاڪ هلي، چار ڪلاڪ هلي. پوءِ به رستا، وڻن يا بجليءَ جي ٿنڀن ڪرڻ ۽ پاڻيءَ جي جهجهائيءَ ڪري ايتري حد تائين بند ٿي سگهن ٿا، جو گاڏيءَ جو ڪاهي وڃڻ ناممڪن ٿي سگهي ٿو.

هن سامهون بيحد خطرا ٿي ڏٺا. هو من ئي من ۾ ڊڄي رهيو هو. پر پار پهچڻ جو پڪو پهه هوس. بجليءَ جون تارون ٽٽي موٽر مٿان ڪري ٿي سگهيون. ان جو مطلب هو موٽر ۾ ويٺلن جو موت. رستي جو ڪو وڻ پاڙان پٽجي مٿان ڪري ٿي سگهيو. طوفان ۾ ايڏي تکائي هئي، جو گاڏي ٽڪجي، اونڌي ٿي ٿي سگهي. رستي جي پاڻي ۽ ڪپ ۾ گاڏي گسڪي، قبضي مان نڪري، رستي کان هيٺ ڪري ٿي سگهي. اونده ايڏي هئي، جو آمهون سامهون ايندڙ ويندڙ موٽر سان ٽڪر ٿي ٿي سگهيو. وڻ موٽر مٿان ڪري، پيسم ڪري ٿي سگهي.

پر هو ماڳ پهچڻ جي ڌن ۾ موٽر ڪاهيندو هليو.

طوفان جي تيزيءَ ڪري گاڏي لڏي رهي هئي. انديشو پئي ٿيو ته گاڏيءَ جا ڦيٿا زمين تان اکڙي ويندا، ۽ گاڏي بلاتيون کائي، ٽين جي خالي دٻي وانگر اڏامندي، الائي ڪٿي وڃي پهچندي. هو گاڏي پهرين يا ٻئي گيئر (گيئر)

۾ هلائي رهيو هو، جنهن گاڏيءَ جي زمين تي پڪڙ زياده کان زياده سو گهي رهي.

مينهن ايڏو زبردست ۽ ايڏي مقدار ۾ پئجي رهيو هو، ڄڻ تہ آسمان جي درياهہ جو بند ڀڄي پيو هو. پلر جي پالوٽ هئي، اوهيڙا ڪري ٿي اٿو.

روشنيءَ جي حالت اها هئي، جو موٽر جي آڏو ٻن گزن تائين بہ مشڪل نظر ٿي پئجي سگهي. ٻئين جي شيشن تي پاڻي لڳي رهيو هو، وايو منڊل ۾ ڪارو ڪارو نيار لڳو پيو هو. پاسي وارين درين مان ٻاهر ڪجهہ نظر ڪونہ ٿي آيو. فقط اوندهہ ٿي اوندهہ هئي، ٻاٽ اوندهہ، ڀيانڪ اوندهہ. هن موٽر جي اندرين بتي بہ ٻاري ڇڏي هئي، جئن اڳيان يا پٺيان ايندڙ ڪي گاڏيءَ جي گهٽي ڪان گهٽي سوچنا ملي سگهي.

رستي جي چپي چپي سان واقفيت، هيانءَ جي سچائي ۽ وڄ جي واهر سان هو اڳتي وڌندو رهيو. پاسي کان ٻہ ٽي رڪشائون ۽ رڪشا وارا نظر آيس. هرهڪ رڪشا وارو، رڪشا بيهاري، رڪشا کي هٿن وسيلي زور سان زمين طرف پڪڙي ويٺو هو. شايد هو رڪشائن کي طوفان جي تيزيءَ ۾ اڏامڻ ۽ ٻلاٽيون کائڻ کان بچائڻ خاطر اهڙي نموني سو گهو جهلي ويٺا هئا.

هڪ هنڌ، هڪ موٽر رستي کان هيٺ اونڌي پيل ڏٺائين. شايد تيرڪي وڃي اوڏانهن ڪري هئي. يا شايد ٻي ڪنهن گاڏيءَ سان ٽڪرجڻ ڪري اها گهٽ ٻڏي هئاس. انهن ۾

چڙهيلن جو ڪهڙو حشر ٿيو؟ پر اهڙي سمي ، ڪنهن کي ايترو حوصلو يا ايتري همدردي هئي جو لهي وڃي جاچ جوچ ڪري ۽ ڪنهن انسان کي بچائڻ جو جتن ڪري .

هو رڙهندو هليو. صفا انڌن وانگر. آسپاس جو ڪو پتو ڪونه ٿي پيو. شور، گجگوڙ، سوساٽ، ڪڙڪاٽ، ٺڪاءُ ڌماڪا، موٽر جي ڇت مٿان ڄڻ سوين هزارين ڍرم وڄي رهيا هئا. طوفان جو راڪاس ڦوڪون ڏيئي رهيو هو. وڃون نه هيون، باهه جا نانگ هئا.

هاڻ وقت هن کي اندازو ڏي ڪونه هو ته اهڙو خوفناڪ طوفان ايندو.

ريلوي ڦاٽڪ وٽ پهتو. اتي جي خطري واري ڳاڙهي بتي ٻري رهي هئي. پر ڦاٽڪ کليل هو. هو ڦاٽڪ اڪري، لطيف آباد ۾ گهڙيو ۽ ٻئو رستو ورتائين.

اوچتو هن هڪ هنڌ روڪڻي (بريڪ) لڳائي. موٽر ذري گهٽ رستي جي وچ ۾ ڪريل وڻ مٿان چڙهي وڃي هئي. گاڏي پوئتي ڪري، وري پاسي کان اڳتي وڌايائين .

ٿورو اڳيرو سامهون ايندڙ رڪشا ان وقت نظر آيس ، جڏهن صفا اچي ٽڪريس . پر بچاءُ ٿي ويو . رڪشا ، موٽر جي پاسي کي رهڙيندي هلي وئي . نه رڪشا وارو بيٺو ۽ نه هن موٽر روڪڻ جي ضرورت محسوس ڪئي. رڳو ٻڙ ٻڙ ڪري چيائين: ”هي ڪمبخت رڪشا وارا ههڙي سمي به صحيح پاسي نه ٿا هلن.“ ڇو ته هي ’هڪ طرفو‘ رستو هو ۽ رڪشا وارو غلط اچي رهيو هو.

انيلا چيس: ”پرواهه ناهي، خير تي ويو.“

هي سارو وقت چوڪري چپ ۽ گنڀير رهي هئي. فقط ڪڏهن ڪڏهن سليم کي چيائين ٿي: ”سنڀالجانءِ، سامهون گاڏي آهي.“ يا ”سنڀالجانءِ، هتي گهٽو پاڻي ٿو ڏسجي.“

انيلا ڪابه گهٻراهٽ ڪانه ٿي ڏيکاري، ۽ نه ڊپ يا پريشانيءَ وارو آواز ٿي ڪڍيائين.

اهو پرکڻ خاطر ته انيلا ڊنل آهي يا نه، سليم، موٽر جي اندر واري روشنيءَ ۾ به ٿي گهمرا هن ڏي نهاريو. پر هن جي چهري تي ڪوبه خوف ۽ هراس جو اهڃاڻ نظر ڪونه آيس. شايد چوڪريءَ پنهنجي گهٻراهٽ ڏيکاري، اهڙي وقت سليم کي وڌيڪ پريشان ڪرڻ نه ٿي چاهيو.

هڪ هنڌ چوڪريءَ کان پڇيائين:

”ڊڄين ته ڪونه ٿي؟“

”مان اهڙا ڪيئي طوفان ڏسي چڪي آهيان. مان ڪونه ٿي گهٻرايان.“

سليم ته ڏاڍو گهٻرايل هو، پر ٻاهريون ٻنو رکندو ٿي آيو. هو پنهنجيون پوريون قوتون گاڏي سنڀالڻ ۾ خرچ ڪري رهيو هو. ان ڪري هن وقت هن جي دماغ ۾ ٻين خيالن اچڻ لاءِ خال ڪونه هو. پر تنهن هوندي به موت جو ويچار آيس ٿي. حالتون اهڙيون هيون، جو ڪنهن به وقت ڪجهه ٿي ٿي سگهيو. هيڪر اهو خيال به آيس ته هن حالت ۾ موت ٿيو ۽ منهنجو لاش هن چوڪريءَ سان گڏ ڏٺو ويو ته مائٽن جي به بدنامي ٿيندي، ۽ منهنجي لاءِ واقفڪارن ۾ ڪو همدرديءَ جو جذبو پيدا ڪونه ٿيندو.

رستي وارا بجليءَ جا هڙئي ٽنيا گهٽو ڪري جهڪي پيا هئا، ڪي ٽورو ، ڪي گهٽو . ڪي تہ زمين جي صفا ويجهو هئا. سليم انهن کان بہ بچندو آيو.

رستي جي موڙن جي بہ خبر نہ ٿي پئي. جتي هن کي مڙڻو هو، اتي اندازي تي ٻيهي ٿي رهيو ۽ کنوڻ جي چمڪي ۾ اتي جا نشان ۽ پارپتا چڱيءَ طرح چڪاسي، پوءِ ٿي گاڏي موڙيائين . هڪ موڙ تي ٽوهہ ونڃ ۽ خاطري ڪرڻ لاءِ هن کي پورا ڏهہ منٽ ، وڄ جي روشنيءَ ۾ آسپاس جي جاچ ڪرڻي پئي.

رواجي طرح هي ٽي ميل ڏهن منٽن ۾ طئہ ٿيندا آهن ، پر طوفان ڪري، چاليهہ منٽ لڳي وياه هن سفر جي پوڻين ميل ۾ هن کي ڪابہ هلندڙ گاڏي ڪانہ گڏي . سڀ اڻ مڄي ٻيهي رهيا هئا.

بنگلي ۾ نوڪر موجود هو . هن سليم کي سلامت ڏسي چيو :

” خدا جو شڪر آهي، توهين خير سان پهتا. منهنجو تہ ساهہ سڪي ويو هو . هي طوفان تہ ڪو خدائي غضب آهي . منهنجي بہ هيءَ جمار اچي ٿي آهي، پر هھڙو طوفان نہ ڏٺوسين نہ ٻڌوسين.“

گهر ۾ گهڙڻ سان سليم اطمينان جو ساهہ کنيو ، ۽ انيلا جي الميلائي موٽي آئي .

” مون کان وڌيڪ تہ تون ڊنل هئين. مان ڏسي رهي هئس تہ تنهنجو منهن هيڊڙو ٿي ويو هو .“ انيلا هڪ هٿ

جون آگريون ملائي چيو ۽ ٺهڪ ڏئي کلڻ لڳي ”پر مان تنهنجي بلند حوصلي ۽ همت کي مڃان ٿي.“

پنهي جا ڳڙيل ٺهڪ گونجيا.

بجلي بند هئي. نوڪر لالٽين پاري ڪمري ۾ رکي ڇڏيا هئا. هو انيلا کي ڇپاڻ ۾ هٿ وجهي، پنهنجي ڪمري ۾ پهتو. ڪمري ۾ اچي هن پنهنجي ”آواز بند“ (ٽيپ رڪارڊ) جو بٽڻ دٻايو. ان تي ان وقت ڪو سنڌي گيت لڳل هو، جو وڄڻ لڳو.

هو ڪپڙا بدلائڻ لڳو. انيلا پريرو ميز وٽ ويٺي هئي. ميز تي هڪ سنڌي اخبار ڏٺائين. سنڌي اخبار ڏسي ۽ سنڌي گيت جي گونج ٻڌي، هن کي ڪلاڪن اڳ ٻڌل سنڌي شاگردن جا نعرا دل تي تري آيا، ۽ هوءَ ڪن خيالن ۾ گم ٿي وئي.

اوچتو سليم چيو:

” ڏسجي ٿو ته سنڌ ۾ به بنگال وارا طوفان شروع ٿي ويا آهن.“

انيلا جيڪا بهارڻ هئي، بنگلا ديش جو انقلابي طوفان ڏسي، ان ۾ پنس جي ڪوڙن ڪليمن ذريعي هٿ ڪيل لکن جي ملڪيت کان محروم ٿي، پنهنجي پيءُ ۽ جوان ڀائرن کي پنهنجي اکين آڏو قتل ٿيندي ڏسي، اتي اردوءَ کي دفن ٿيندي ڏسي، بنگلا ديش جي خيراتي ڪئمپن ۾ ٻه سال پيڙجي ۽ ڏکيا ڏينهن ڪاٽي، ڏاڍي مشڪل سان ٺارو هتي پهتي هئي.... ۽ جنهن هتي اچي، هتي جي ڏيهي

ماڻهن جون به بنگالين جهڙيون
پڌيون هيون ، ۽ پتين تي ”بهار د
هئا، جنهن کي پنهنجي سنڌي يار د
ٿورو گهڻو حوصلو ڏيکارڻ به هن گه هو ،
۽ جا هينئر ميز تي سنڌي اخبار ڏس ـنڌي گيت
پڙهي ، ڪلاڪ ڪن اڳ پڙهل سنڌي شاگردن جا نعرا ياد
ڪري خيالن ۾ پڙهل هئي .... تنهن پنهنجي ذهن جي لڪل
پريشانيءَ ۾ سمجهيو ته سليم چوي ٿو ته هتي پڻ بنگال
وارو انقلابي طوفان شروع ٿي ويو آهي .

هن خالي خالي ، مرجهايل ۽ ڊپ ۾ پيريل نظرن سان
سليم ڏي نهاريو .

انيلا جو چهرو پيلو پئجي ويو هو . پهريون ڀيرو هن جي
مرڪندڙ ٽهڪندڙ ۽ چلولي چهري تي چنتا، خوف ۽ هراس
جا بادل ڇرجي آيا .



حيدرآباد : ٢٨- مئي ١٩٧٤ع
سنڌ رنگ : نومبر ١٩٧٤ع

# شهر جي تاريخ

لکيارام آڏارام ملڪاڻي

شروعات ۾ وسي ورهاڱي تائين حوالن سميت

قيمت ۰۰-۱۸ روپيه

عڪسي ڇپائي آڇو پنو ۴۸۰ صفحا



| | |
|---|---|
| (۱) ادب ۽ تنقيد | ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل |
| (۲) سنڌ ٻولي جو بڻ بنياد | ڊاڪٽر غلام علي الانا |
| (۳) خواب نامو | پروفيسر غلام حسين جلباڻي |
| (۵) غريبن جو ورثو (ناول) | اين-ايم يمياڻي |
| (۴) وڇون وسڻ آئيون | شيخ اياز |
| (۶) عبرت ڪده ڀاڱو ٽيون | ڊاڪٽر محمد ابراهيم خليل |
| سٿر ڏهر | (پريس ۾) |
| سنڌي ٻوليءَ جي مختصر تاريخ | (پريس ۾) |
| سنڌي نثر جي تاريخ | (پريس ۾) |

زيب ادبي مرڪز حيدرآباد

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاڙُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئـي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

ڄَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيـرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرنـدڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِيـن. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز عِلمَ، ڄاڻ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)